۵

# بُوند، لهرُون ۽ سَمُنڊ

نارايڻ شيام

# ٻوند - لهرون - سمنڊ

(غـزل)

نارايڻ شيام

اپياس :

ڊاڪٽر تنوير عباسي



سنڌي ادبي جي سهڪاري سنگت

حيدرآباد سنڌ

١٩٨٧ع

ڇاپو پهريون ڊسمبر ١٩٨٧ع تعداد ١٠٠٠

قيمت: ڏهم روپيا

هيءُ ڪتاب سنڌ پريس، آڪال ڀنگا لين، حيدرآباد سنڌ، ۾ ڇپيو، ۽ محمد ابراهيم جويي، صدر، سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، ٨- ڏس-مار، منظور چيمبرس، گاڏي ڪاتي، حيدرآباد، سنڌ، مان پڌرو ڪيو.

# فهرست

# "بوند- لهرون- سمنڊ"

## [نارائڻ شيام جي شاعريءَ جو اڀياس]

اسان جي دور جي شاعرن ۾، سنڌ توڙي هند ۾، نارائڻ شيام کي وڏي اهميت حاصل آهي. هو انهن ٿورن شاعرن مان آهي، جيڪي اسان جي دور جي شاعريءَ جي وهڪري کان الڳ ٿلڳ، پنهنجي ذاتي اسلوب جي ڪري نرالا ۽ انوکا ٿا لڳن. نارائڻ شيام سنڌيءَ جي جديد شاعريءَ، توڙي ترقي پسند شاعريءَ، جي بنياد وجهڻ مان هڪ آهي. نه فقط هو انهن بنياد وجهندڙن مان هڪ آهي، پر انهن سڀني مان اهم بڻيچو ته هو شاعريءَ توڙي ترقي پسنديءَ جي قدرن کي اڄ تائين نه فقط پنهنجو ڪندو آهي، پر اڃا تائين انهن کي سنوارڻ سينگارڻ ۽ انهن ۾ نيون راهون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل آهي.

هو ڪشنچند "بيوس" جي اثر هيٺ آيل شاعرن مان آهي ۽ ڊي-جي سنڌ ڪاليج ۾ سنڌي ادبي سرڪل جي بنياد وجهندڙن ۽ سرگرم ڪارڪنن مان هڪ آهي. ان سان گڏوگڏ حاجي محمود "خادم" جهڙي عروض جي سخت گير شاعر، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻيءَ جهڙي فارسي شاعريءَ جي ماهر، ۽ پرسرام "ضيا" جهڙي عوامي لهجي

واري شاعر ـــ تنهي کي پنهنجو رهبر ۽ رهنما تسليم ٿو ڪري. ان ڏسڻ ڪان ٿي نارائڻ شيام جي انفراديت جي شروعات ٿئي ٿي.

هن جو شعر ڪشنچند بيوس جي شعر وانگر عام سنڌي ٻوليءَ ۾ نه آهي، جنهن ۾ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا ڏاريا لفظ گهٽ آهن، پر تنهن هوندي به شيام جي ٻولي نه دقيانوسي آهي، ۽ نه ان جو لهجو توڙي اچار ثقيل ۽ غيرفصيح ـــ هو اچارن کي اجايو ڇڪي، زوراٺو (Stressed) بنائي، وزن يا ماترائن ۾ پورو ڪرڻ جي ڪوشش نه ٿو ڪري، پر ائين لڳي ٿو ته سلاست توڙي فصاحت سان پريل مصراعون پنهنجو پاڻ ئي قالبن ۾ پيهجيو وڃن، سواءِ ڪنهن اجائي دٻاءَ، زور زبردستيءَ يا ونڀڪڙ جي.

شيام جي شاعري، ان لحاظ کان، بيوس کان اڳتي وارو ارتقا جو ڏاڪو آهي.

سنڌي ترقي پسند شاعريءَ جي وجود ۾ اچڻ سان، بيوس کان پوءِ جي دور واريءَ شاعريءَ ۾ هڪ نئين ۽ اهم دور جي شروعات ٿي ـــ ۽ اها نارائڻ شيام جي شاعريءَ سان ٿي.

ڊي.جي سنڌ ڪاليج جي سنڌي سرڪل ۾، ورهاڱي کان ٿورو اڳ، نارائڻ شيام، شيخ اياز، هري دلگير ۽ شيخ راز جديد سنڌي شاعريءَ جو بنياد وڌو. هنن سنڌي شاعريءَ کي نئين صنفن (آزاد نظم ۽ سانيٽ) ۽ نون رجحان سان واقف ڪيو. هنن نوان تجربا ڪري، سنڌي شاعريءَ

لاءِ نيون واٽ-وٺ ڏاھيون. نارايڻ شيام اُن ۾ سڀ کان اڳرو ھئو.

نارايڻ شيام سنڌيءَ جو اُھو نرالو شاعر آھي، جيڪو پنھنجي نرالي اسلوب، لھجي ۽ مزاج، فڪر، ٻوليءَ، موسيقيت ۽ ڪامياب تجربن سببان، سنڌي شاعريءَ جي موجوده دور جي وھڪري ۾ رھندي بہ، اُن وھڪري کان ڌار ھڪ انوکي، نرالي ۽ دائمي حيثيت رکي ٿو.

نارايڻ شيام کي سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ، فارسي ڪلاسيڪي شاعريءَ، ۽ جپاني ھائيڪو شاعريءَ ۽ جديد مغربي شاعريءَ جو اونھو اڀياس آھي. انڪري ڏي سندس شعر ۾، سنڌي، فارسي، ھندي، جديد مغربي ۽ جپاني ڌارائن جو سھڻو ميلاپ نظر اچي ٿو.

دوھو، سورٺو، بيت، وائي، گيت، نظم، رباعي، غزل، آزاد نظم، سانيٽ، ترائيل ۽ ھائيڪو سڀني صنفن تي ھو ھڪجھڙيءَ قدرت ۽ سولائيءَ سان لکي سگھي ٿو. ھن ھر صنف جو، ڀوءِ اھا مشرقي ھجي يا مغربي، يا ماڳھين مقامي ھجي، تمام اونھو اڀياس ڪيو ٿو ڏسجي— جو تمام اونھي اڀياس کان سواءِ ايترين سارين صنفن ۾ ايڏيءَ ڪاميابيءَ سان لکي سگھڻ ناممڪن آھي.

عروض جي سختيءَ سان پابندي اڪثر شاعرن تي منفي (Negative) اثر ڇڏيندي آھي. ھو وزن لاءِ لفظن کي ڇپي ڇٽي، ڇڪي تاڻي پورو ڪندا آھن ۽ اجايا ڀرتيءَ جا لفظ وجھندا آھن—پر شيام جي شاعريءَ تي

عروض جي پابنديءَ مثبت (Positive) اثر ڇڏيو آهي. هن وٽ نه ڇڪيل تاڻيل، لهجي ۽ موسيقيت کي بگاڙيندڙ اچار آهن، نه اجايا ۽ بي معنيٰ ڀرتيءَ جا لفظ. هن جي رباعين، غزلن، نون نظمن ۾ رواني، سنڌي لهجي ۽ اچار جي اصليت، ۽ سنڌي ٻوليءَ جي موسيقيت نه فقط موجود آهي، پر معمول کان وڌيڪ نکريل — اها ڳالهه ثابت ٿي ڪري ته محنتي ۽ سچي ذوق واري شاعر لاءِ ناممڪن کي ممڪن ڪرڻ مشڪل نه آهي.

سنڌي اساسي شاعري، نون ڪلاسيڪي شاعري، تصوف ۽ ويدانت جو سهڻو سنگم آهي. هن صديءَ جي شروعات کان سنڌي شاعريءَ تي مغربي شاعريءَ جا اولڙا پوڻ شروع ٿيا. سنڌيءَ جي هر جديد شاعر لاءِ ڪلاسيڪي سنڌي شاعري، ڪلاسيڪي فارسي شاعري، ۽ جديد مغربي شاعريءَ جو ابياس ضروري آهي. نارائڻ شيام ۽ شيخ اياز ٻه اهڙا شاعر آهن جن جي شاعريءَ پڙهڻ بعد لڳي ٿو ته هنن انهن سڀني ٻولين جي اونهي ابياس کان پوءِ پنهنجي لاءِ اهڙو منفرد اسلوب اختيار ڪيو آهي، جيڪو اهي سڀ ضرورتون پوريون ٿو ڪري.

شيام جي شاعري، سنه ۱۹۵۳ع ۾ سندس ۽ هري دلگير جي شاعريءَ سان گڏ ڇپيل مجموعي 'ماڪ ڦڙا' سان شايع ٿي. 'ماڪ ڦڙا' ۾ سندس اوائلي ۽ تجرباتي شاعري آهي. ان ۾ فڪر جي نون گهاڙيٽي جي نواڻ آهي، ۽ آزاد نظم، سانيٽ ۽ ترائيل جا ڪامياب تجربا

آهن؛ گيتن ۾ انوکي نغمگي آهي ــ جيئن "آس ۾ جيون راس" آزاد نظمن ۾ اٿاهه روانيءَ ۽ ردم آهي، ڏوڙي جو آهي شيام ڏوڙي سنڌي شاعريءَ جا اوائلي آزاد نظم آهن، جيئن "محبت" ۾:

ڏڙڪي
ڦڙڪي
ڪنبي ڏڙڪي
ڪڪلي ڇڪلي
ڇڪلي ڪيري
ائين ڪري جيئن ندي ڇلي

۽ اهڙيءَ ريت سڄو نظم روان ۽ مترنم آهي.

'ملڪ ڦڙا' ۾ ڪن نظمن جو موضوع سنڌي شاعريءَ لاءِ ان وقت به انوکو هو ۽ اڄ پڻ انوکو آهي، جيئن "تون نه وڃجانءِ ڇڏي"، "مان وساريل ٿي سهي" ۽ "سپردگي".

هن مجموعي ۾ شيام 'مومل راڻي' ۽ 'ليلا چنيسر' جي لوڪ داستانن کي نظم جي گهاڙيٽي ۾ آندو آهي.

هي مجموعو شيام جي اوائلي شعرن تي مشتمل آهي، انڪري ان ۾ ڪٿي ڪٿي اردوءَ جي روايتي ترقي پسنديءَ ۽ نعري بازي جو اثر موجود آهي، جيئن "اٿ ڪجهه ڪريون"، "طوفان جي نئين لهر" ۽ "جواني" ـــ پر انهن نظمن سنڌي شاعريءَ جي فڪر ۽ نظريي جي واڳ موڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو

آهي. 'ماڪ ڦڙا' ۾ شيام جا تمام سهڻا عڪسي نظم پڻ آهن، جيئن ''پوياڙي''. 'ماڪ ڦڙا' جي ڪن جزوي غزلن ۽ نظمن ۾ ڪٿي ڪٿي ڏکيا هندي سنسڪرت لفظ آندل آهن، پر عام طرح ٻولي سولي، عام فهم ۽ صاف آهي. شيام جي ٻهرڻين مجموعي سان ئي هن کي سنڌي شاعريءَ ۾ مستقل ۽ اهم مقام ملي ويو.

شيام جو ٻيو مجموعو آهي 'پنکڙيون' جيڪو ۱۹۵۳ع ۽ ۱۹۵۴ع ۾ لکيائين، ۽ ۱۹۵۵ع ۾ ڇپيو. هن مجموعي ۾ هڪ سؤ رباعيون، ۽ هڪ ڊگهو نظم ''روپ مايا'' شامل آهن. رباعي فارسي شاعري جي صنف آهي، جيڪا هڪ خاص بحر 'هزج' ۽ ان جي زحافن تي لکي سگهبي آهي، ۽ ان جي چئن سٽن ۾ خيال جي اونهائيءَ ۽ موضوع جي همه گيريءَ سان گڏوگڏ ڪنهن حد تائين چوٽ (Climax) جو عنصر ضروري آهي. شيام جي رباعين کي پڙهي، لڳي ٿو ته هن نه فقط فارسي شاعريءَ جي گهاڙيٽن (عروضِ) جو اونهو اڀياس ڪيو آهي، پر هن صنف (رباعيءَ) جي لوازمن، فني ضرورتن، ۽ ٽيڪنيڪ کان به هو پوريءَ طرح واقف آهي. هيءَ ٺيٺ فارسي صنف کي عام فهم سنڌي ٻوليءَ جو ويس پهرائڻ، سو به ان طرح جو سنڌيءَ جو لهجو، اچار ۽ ردم قائم رهي، ۽ ڪا به ڇڪتاڻ يا اچارن ۽ لهجي جي deformity نه هجي، فقط شيام ئي ڪري سگهيو آهي:

گل پڻ سان وجهي واجهه پريشان ٿين ٿا؟
خورشيد سان شبنم نمايان ٿين ٿا؟

چا لاءِ هٿان هٿان ليئا پيو پائين؟
پنهان نه رهي سگهين ته پنهان ٿين ڇو؟

آهسته اٿي، ٿي مون وٽان جئن نه وڃي،
ڇا پانهن جي سندريءَ مڙي لوڏ ڪئي،
ڪمري ۾ ويٺي پکڙجي سپنن جي سڳنڌ،
پوکيل ول واءَ ۾ لڏي 'شيام' پڻي.

رباعيءَ جهڙيءَ صنف ۾ شيام 'سسئيءَ' جي موضوع کي آڻي، ان صنف کي سنڌي ويس پهرايو آهي:

سپني ۾ هيس ٿي مان اياڳي پاڳي،
ڪوليم جو اکيون هيس اياڳي ساڳي،
جهڙو ٿيو سمهڻ سڀاڳ تهڙو جاڳڻ،
سسئيءَ جي سمهي، ته مون وڃايو جاڳي.

ساڳيءَ طرح 'ليلا چنيسر'،
آداب شراب جي او خالي مينا،
آداب چنيسر جي وڇوڙيل ليلا،
سو رنگ ڪٿي راڳ ڪٿي ناچ ڪٿي،
رونق نه رهي تنهنجي حياتيءَ ۾ ڪا.

'پنکڙيون' جي رباعين مان ظاهر آهي ته شيام جي فارسي شاعريءَ جو اونهو اڀياس ڪيو آهي، ته ان جي لمبي نظم "روپ مايا" مان لڳي ٿو ته شيام کي سنسڪرت ۽ هندي شاعريءَ، ديو مالا، ۽ ڪلچر جي پوري پروڙ آهي. نظم جو مرڪزي ڪردار وشوامتر، بادشاهي

تياڳ ڪري، جوڳيءَ تي، جهنگ ڏو وڃي وسائي، جتي ڪيس مينڪا ناليءَ سونهن جو مرقعو نظر ٿو اچي، ۽ ان جي پيار ۾ تياڳ ۽ جوڳ وسري وڃيس ٿو— نظم جو مرڪزي خيال آهي عشق— جيڪو هر جذبي تي حاوي آهي.

هن نظم ۾ شيام جون ڪي سٽون لافاني آهن— جڏهن مينڪا درياهه ۾ وهنجي ٿي:

ڪٿن نه ترندڙ اسپرا جي نرم انگن کي لڳي،
نهر جون لهرون هٿي پٺتي چڙهي ڪجهه مٿيرو،
ٿورڙو ورڪائيءَ وسهر وانگي پاسيرو مڙئي،
جسم کي ڀيهر ڇهي نيڪري ويون ٿي اڳيرو.

---

نهر مان ٻاهر اچي جڏهن لڳ سڪايائين پئي،
پنهنجو جوڀن پاڻ ڏسنديءَ شڪجي شرمائڻ لڳي،
روپ جي هڪ ڇال ڪٿن ٻيءَ کي آپما تي ڏئي،
مرڪ لڄ چمڪائي تي لڄ مرڪ ڀڙڪائڻ لڳي.

—آهي نه فقط عڪس آهن پر جيئرا جاڳندا، چرندڙ پرندڙ عڪس آهن.

۽ جڏهن وشوامتر ۽ مينڪا جو ميلاپ ٿو ٿئي:

ڇپلهه تي جڏهن ٿي رکيس هن هٿ، وئي هيسائجي،
اڌن ڏکيس ڇاتي تي جڏهن ڇيڙي ڪوئي هندول راڳ،
پريم جي ٻاڪر ۾ ڪنبندڙ جسم ويو بس ويو سانت ٿي،
ڏيري ڏيري ڇڻ ويو خاموش ٿي هندول راڳ.

هن نظم ۾ شيام ڪٿي ڪٿي گهرا هندي- سنسڪرت لفظ ڪتب آندا آهن. مثال طور:

'گندرون جون ڇڻ مڌر پرتڪش ٿانون تي اڏيون'

پر اهڙا مثال خال خال آهن. ڪن هنڌن تي گرامر صحيح نه آهي:

ها انهن جادو ڀريل هنوالي نيڻن ڏي سدا-
هڻ گهرجي "هنوالن نيڻن ڏي".

مجموعي طرح شيام جو هيءَ ننڍڙو مجموعو 'پنکڙيون' سنڌس وڏي شاعر هجڻ جي ثابتي آهي.

شيام جو ٽيون مجموعو "رنگ رتي لهر" سنه ١٩٥٦ع ۾ پڌرو ٿيو. هن مجموعي ۾ رڳو غزل آهن. هن کان پوءِ وارا مجموعا 'واريءَ ڀريو پلاند'، 'آڇينديءَ لڄ مران'، ۽ 'مهڪي ويل صبح جي' به رڳو غزلن تي مشتمل آهن، ۽ باقي ٻن مجموعن 'ماڪ ڀنا رابيل' ۽ 'روشن چانورو' ۾ به ڪافي انداز غزلن جو آهي. لڳي ٿو ته شيام اڳتي هلي غزل سان لنوءُ لاتي آهي. 'روشن چانورو' ۾ دوها، سورٺا ۽ ترائيل به غزلن سان گڏ آهن، ۽ 'ماڪ ڀنا رابيل' ۾ وائيون ۽ هائيڪو (جن کي شيام "تصويرون" سڏيو آهي) ۽ دوها، سورٺا، بيت، رباعيون ۽ نظم شامل آهن؛ پر شيام جي سموريءَ شاعريءَ تي غزل ڇانيل آهي. هونءَ ته شيام جنهن به صنف ۾ لکيو آهي، ان ۾ ماهر جي ڏي انداز سان لکيو اٿائين، ۽ لڳي ٿو ته شيام کي هر صنف تي قدرت حاصل آهي، پر غزل شيام جي مرغوب صنف

آهي. ان ڪري هتي شيام جي سيني مجموعن جي غزلن جو ڪجهه تفصيلي جائزو ورتو ويندو.

شيخ اياز، نارائڻ شيام، هري دلگير، عبدالڪريم گدائي، نياز همايوني، امداد حسيني، شمشيرالحيدري انهن جديد شاعرن مان آهن، جن غزل جهڙي ڏاريءَ صنف کي سنڌي ماحول جو ويس پارايو، ۽ منجهس روايتي رومانوي موضوعن بدران جديد زندگيءَ جون پيچيدگيون ۽ انقلابي موضوع شامل ڪيا.

شيام جي غزلن ۾ (سواءِ ڪن اوائلي غزلن جي) صاف، سلوڻي، فصيح ۽ روز مره جي ٻولي آهي.

غزل جي زمين ڏاڍي ماريل آهي. فارسيءَ ۽ اردوءَ وارن ڪا وٿي نه ڇڏي آهي، جو اُن ۾ ڪا تخليق ڪري سگهجي. قافيا رديف ڪٿائي ڇڏيا اٿن. تشبيهون استعارا، تلميحون توڙي انهن کي ادا ڪرڻ جا اسلوب ۽ ڍنگ سڀ پراڻا ٿي چڪا آهن. اردوءَ جي جديد غزل جي به ساڳي حالت ٿي ويئي آهي، ۽ هيءَ صنف هرمعاملي کان ورجاءَ جو شڪار ٿي ويئي آهي. سنڌيءَ جي جديد غزل، خاص ڪري شيام جي غزلن جي اڀياس کان پوءِ لڳي ٿو ته نه اڃا غزل جي زمين ۾ ڪافي گنجائش آهي. اڃا ڪافي ڪنواري زمين پيل آهي جيڪا کيڙي نه ويئي آهي. شيام وٽ نه رڳو جذبن، احساسن، ۽ حالتن (Situations) جي اپٽار ۽ نگارش آهي، پر انهن جي کوجنا پڻ. اها کوجنا ئي شاعر کي

ڇڇو تخليق ڪار ۽ وڏو شاعر ٿي بڻائي. رڳو اهل ۽ ورجاءُ وچولي درجي جي شاعرن جو ڪم آهي.

شيام، غزل کي سنڌي ماحول ۽ ٻوليءَ سان رڱي، ان ۾ تخليق جي وڏيڪ گنجائش پيدا ڪئي آهي — فارسيءَ ۽ اردوءَ جي گُهٽل ٻوليءَ، لفظن، تلميحن، اهڃاڻن، ۽ استعارن بدران ٺيٺ سنڌي نرڪندڙ لفظن ۽ محاورن سان غزل ۾ رنگ ڀريو ويو آهي ۽ تغزل جا نوان تجربا ان مٺيءَ تازگيءَ سان ڀرپور آهن:

شعر پڻي سوچيم ڪوئي، آئينءَ جڏهن،
ڇا ٻڌيو ڇا ٻڌجي بگڙيو ڇا ڇوان!

*

تو جو پهريو هئو اڇو سادو لباس،
ڇا نه رنگينيون ٻکيون پڻي ان منجهان.

*

هيئن صبح جو وار وڙيل اهي ڏسي،
گهڻو شام جو ڪين تو پڻي سنواريو.

مٿين سٽن ۾ نه فقط ٺاهن (situations) ۽ جذبن جي اپٽارِ آهي پر ڪوجنا پڻ— تنهن هوندي به تغزل ڀرپور نموني ۾ موجود آهي.

شيام جي غزلن ۾ ڪيترائي اهڙا شعر ملندا، جن ۾ ڪوجنا (Discovery) آهي، پوءِ اها ڪوجنا رومانوي عڪسن جي هجي يا جديد پيچيده زندگيءَ جي عڪسن جي.
اِنهن سٽن کي پڙهڻ سان ائين ٿو لڳي ڄڻ اهڙي ڳالهه

اُڪِ پڌل نہ آهي — حالانڪہ اهي عڪس عام زندگيءَ جا
آهن، جنّ ڏئي ڪنهن جو ڌيان ئي نہ ويندو آهي:

آڏيئي اکيان ويٺي سينگار ڪياڻين پئي،
پر ڏيئي پئي پيئي اکِ آن سون ۾ ئي اڙڪائي.

معصوم ابهم پار ۽ ماءُ جي هنج شيام جي پسنديءَ
جا موضوع آهن؛ پر انهن جي ادائگي (Treatment)
ڪيڏي نہ سادي، رومانوي، ۽ حقيقت پسندائي آهي:

پار ڪِبي ڪنهن جي هنج مان وٺندي،
ڇا ته دلڪش هنگاءَ جو احساس!

*

ڏوڪُود ۾ پالڪڻي جنّ ٿيڄ ڏئي ويئي،
معصوم اکهاڙيءَ ئي پاڪيزگي للچائي.

*

ٿيڄ ڏاٿيندي جو مشڪيو پار پٺي جا جي ڪري،
شيام وڌندي قول ڪٽن ئو قول ٿئي، سگهندين ڇئي!

*

لٽوڏي هندورو شاخ جو گلزار ۾ صبا،
غنچي ۾ آهي قول ڪہ تنجڻ ۾ پار آهہ.

مٿيان موضوع، غزل جي شاعريءَ لاءِ بلڪل نئين
اوپرا آهن، پر شيام انهن ۾ غزل جي رمزيت پري،
فنڪارائي انداز ۾ پيش ڪيا آهن.

رومانوي زندگيءَ ۾ بي انتها ٽاٽا (situations) اچن

ٿا. غزل جي شاعريءَ ۾، اُنهن مان گهڻن ئي ڏاڻن جي اپٽار ڪئي ويندي آهي. ڪن ڏاڻن کي ته شاعرن ورجائي ورجائي، ايترو گسائي ڇڏيو آهي، جيئن پراڻي سڪي جا گنل اکر. شيام جي غزلن ۾ نت نوان اڻ ڇهيل ڏاڻا آهن-اهڙا ڏاڻا، جن ڏي ڪنهن غزل جي شاعر جو ڌيان ئي نه ويو آهي. شيام جو مشاهدو وسيع ۽ احساس اونهو آهي. هو معمولي منظرن مان شاعراڻو حظ تو حاصل ڪري ۽ ان کي لفظن جو لباس ٿو پارائي:

ڇپ ڇپ منهنجيون اکيون ڏسيءَ،
مون ته سجائيءَ هٿ رکندي ڏسي!

*

ڳالهائڻ ته اڇهرو آهي،
لفظ لفظ پرڳهرو آهي.

*

ڍير ۾ بيٺي ته اکس ڪٿي نه ڏٺيءَ،
ويندي ويندي مُڙي نهاريو تو.

*

مون ٿوڏي ٿهاريو ۽ تو مسڪرايو،
اُنهي ڳالهه کي ڇا ته دنيا هلايو.

*

شهر مان ٿي گهر ۾ آيس ديهر سان،
مسڪرائيءَ ڪين ڪجهه، منهن مان ڇيءَ.

*

رهنديون اکيون تہ ڪين رڻ ڪان سوا ڪڏهن،
پر لڙڪ روڪي صاف ڪي ڏسنديون نہ ڇا ڪڏهن.

*

ڪلهہ تو مون کي ڪيڏو چيڙيو،
آئينسي ڪان اڄ لڄ آيئہ.

*

اٿي، ڇرڪي، بس ڪاوڙي، مسڪرائي،
لڪي ڪنهن ڪيس پير ۾ ڪتڪتائي.

*

عجب ڍ نگ آهن اوهان جي ڏسڻ جا،
نہ ڏاريا لڳو ۽ نہ پنهنجو لکايو.

*

گل ڇهڻ ساڻ گل ٿڙيا گويا،
ڇرڇي ڇرڇي ۾ ائن بهار آئي.

*

اسان ٻيهي گڏ، گڏ هئاسين ڪٿي،
الائي ڇا سمجهو تسي دنيا پريان.

*

شيام صبح جو مشڪئين ائين پئي،
ڇڻ تو سک جي رات گذاري.

*

هٽ آلا ۽ ڪارا اٿئي،
شايد گوڙها شيام اگهيا تو.

*

واپس ڪيئن ڪتاب، جو ان ۾ هئي پنکڙيون!
ڪيڏو لڳين ٿي شيام رکو هونءَ سياو ۾.

*

منهنجي اوندهه ۾ ڏئو ٻاري ويو،
هي نه ٿيو ڪانئس ڪٺي نالو پڇان.

هي ته ٿيا رومانوي ٽاٽا— پر رومان کان سواءِ به زندگي آهي. حياتيءَ ۾ ڪي ٿي اهڙا پل اچن ٿا، جن کي شاعراڻي لافانيت حاصل ٿيو وڃي— جيڪي ذهن تي اڻ متجندڙ نقش ڇڏي وڃن. پر انهن اڻ متجندڙ نقشن کي شيام جهڙو حساس شاعر ئي پرکي، پروڙي، محسوس ڪري، لفظن جو روپ ڏيئي، هميشه لاءِ محفوظ ڪري ٿو ڇڏي—رومان، عشق کان سواءِ به آهي:

هڪ ٻي نگاهه محبت نگاهه ڀيرين ٿي،
نگاهه ٻي ٿي پٺي شيام هڪ نگاهه هوس.

*

آهئون ڀڳندي صبح به ٿي ويو،
در تي رات نه نڪ نڪ ٿي ڪا.

*

کولي دري مون پر نه هئو انتظار ڪو،
بس آئي هير پاڻ-مرادو گهڙي اتان.

*

ڪيڏي امنگ ۾ اچي مون گل چني ڪنيو،
دل ۾ جو آنڊمانڊ ٿي ٿاري ٻسي ڏسي.

*

ڦٽي ننڊ ٻيو ڪاڻ تہ ڪو در تي آهي،
۽ گهر ۾ هئي بس سڄي هيڪلائي.

*

هردم راڳ هلي پيو، ليڪن
ڪنهن ڪنهن مهل ٻڌي ٿو ڪوڪو.

*

فقط واس چندن جو ڪمري ۾ هو،
مسلسل آهُ آيو هيس شيام ساڻ!

*

ڌوپ ٻاري پنهنجي گهر پاڙيسري،
منهنجو گهر ڀرجي ويو سرهاڻ ساڻ.

*

آرسيءَ ۾ عڪس پنهنجو ڏسي ڏسي،
شور جهرڪيءَ پئي ڪيو ڳچ دير کان.

*

ٻوٽن بابت تہ سوچيو ئي نہ هوم،
مون تہ گل پوکيا ائين ئي شوق مان.

*

واقف تہ پئي لڳو پر نالو نہ ياد آيو،
ڪاڻس نہ مون پڇيو ۽ پاڻ ئي نہ هن ٻڌايو.

*

الائي ڪم اهو نوريئڙن جو هئو ڪيئن هوا جو!
مگر ڪڙيل هئا ڪيڏا نہ پير جي هيٺان!

*

کھیس شھر ۾ پنھنجي اکيلو،
تہ کو پاڻ جھڙو ملي کنھن گھٽيءَ ۾.

*

تو نہ سڃاتو موں نہ سڃاتہ،
سات رھياسين چاڻسي واٽنيءَ.

*

ڪي ٿي ڀيرا پاڻ ٿي پنھنجو در مون کڙڪايو،
مون پڻ ٿي پاتيو اندران ٿي ايندو منھنجو آواز.

*

ويھ اوتدھ ۾ تہ مو کو ٿي، دري کولي تہ ڏس،
ڪٿو ڪٿي مشعل متان گھر باھران لنگھندو ھجي.

*

پنھنجو رستو تہ سگھيو شيام ٻڌائي جيڪو،
ڀيڙ ۾ نيٺ ويو ڀيڙ جو حصو ٿي ھجي.

*

شھر ۾ ھيت ھيت شخص آھي جي مورت
جئن گنيير لڳن،
پنھنجي اڳڻ ۾ سي تہ ڪڏھن ھا
نچڻا تپڻا ٻار لڇا.

ھي تہ شيام جي غزلن مان اھي چونڊ شعر ھئا، جن ۾ ڪانہ ڪا نواڻ آھي کنھن ڏاڻي، ڪنھن ماڳ، ڪنھن عڪس يا ڪنھن جذبي جي کوجنا آھي. پر شيام جي غزلن ۾ اھڙا شعر عام جام آھن، جن ۾ شيام

جديد دور جي زندگيءَ جا عڪس ڇنيا آهن ۽ هن دور جي ڪيترين ئي وٿن (objects) کي اهڃاڻ (symbol) طور ڪتب آندو اٿس. غزل عام طرح روايتي ۽ دقيانوسي استعارن يا اهڃاڻن سان ڀريل هوندو آهي، ۽ سنڌي غزل ۾ جديد زندگيءَ جا عڪس ٿورن شاعرن وٽ به ملن ٿا پر انهن عڪسن کي جنهن فنڪاريءَ سان شيخ اياز ڪتب آندو آهي اهو سندس ئي ڪمال آهي. شيخ اياز جديد عڪسن ۾ تغزل قائم رکيو آهي، ۽ غزل جي اشاريت ۽ رمزيت کي برقرار رکيو آهي. ڪن ڪن هنڌن تي وٽس تغزل سان گڏ گهري طنز ۽ مزاح پڻ آهي:

هڏيون به پيئي خطري جو ڇتاءُ،
هوڏي سخت ڪتي جي ذات.

*

هردم موت جو هڪ احسان،
اڄ تم ڏيڪ ۾ شيخ ايام حيات.

*

جنهن ٿي بتيءَ جو سڄ ڪيو آهه شيخ مون،
ڪمري جي فرش تان وئي جهٽ کيسڪي روشني.

*

ريل گاڏي جهنگ ۾ بيهي وئي،
هيٺ مائٽ، جهٽ تارن جا مٿان.

*

مينهن ۽ هٿ ۾ پراڻو دستخط،
مان پڙهيو گانڪتن بچايان پاڻ کي.

چنڊ تارن سان رات پر ڳالهيون،
روز اخبار سان ٿي صبح ٿيو.

*

گهر ۾ بيشڪ اگربتيون ٻاريم،
گند گهر ٻاهران مگر هو پيو.

*

دوربينيءَ سان ڏٺم اڀ ۾ ترنجن هئو ڪيتي!
خوردبينيءَ سان مون جاچيو تن، مگر من هئو ڪٿي!

*

ڪئي وڏي هئي ڪالهه رات هت برات جي دعوت،
غريب ٻار، ڪتا، ڪانوَ آيا صبح ٿيڻ سان.

*

ڪيو محفوظ قانونن، ڪيو محدود قانونن،
بنان قانون ٽوڙڻ جي وڌڻ لئہ واهہ ڪئي کهڙي؟

*

ملڪ جي حال تي ڳالهائيندي نيتا ڪنڌ جهڪايو،
ننگي ناري بيٺي لڄ کان منهن تي گهونگهٽ ڏاري.

*

رکي رکي ڇٽو تہ نهاريو مون ڏي ٽيڏين نظرن سان،
پر ويٺو ئي رهيس مان بس ۾ ٻاسيرو ٿي ٽارين جان.

*

پراڻن ڪتابن جي ڪيڏي سڙيل بو،
ڪباڙيءَ وٽان تہ بہ ڪجهہ اک نہ پيئي.

*

ڪمري ۾ هئي چوپ چپات،
تنهنجي فوٽي چيڙي ٻات .

*

بجلي ٻتيون ٻريون ٿي سڙڪ جي ٻنهي طرف،
پاڇن ٿي، هر قدم تي ڪيو مون لڳ انڌڪار .

*

صبح شفق جي سرخي اڀ تي،
ڍهلي دونهين ڪان ٿي ڪاري .

*

پڙهندي ڪهاڻي اوچتو بجلي هلي وئي،
ڪردار پنهنجي چا تہ ڇڏي روشني ويا .

*

هن شهري زندگيءَ ۾ مشينن جي شور ۾،
اوڙڻ تہ پنهنجو پاڻ سان ماڻهو سڪي ويا .

*

ٻس ۾ پرسان ڪو ويٺو،
جسم جي خوشبو جو احساس .

*

اڄين هوا جو جهوٽو آيو ڍر ڪليو،
تنهنجو فوٽو پٽ ڪريو ديوار تان .

*

مان پريان هوس اوٽ ۾ ويٺو،
هوءَ بس جو انتظار اڄين .

*

بس ۾ ڪئي بس جي ڦيٿن سان ڦرندي گذري وقت،
هي گهر، دفتر، روڊ، نگر، پر من ته ڪٿي ٽِڪي ٿانءِ.

*

ٻاهر آهي هڪ طوفان،
چاڪون ورنه لڏيو گلدان.

*

عڪس آواز جو ڏسجي ڏي نه ٿو،
تنهنجي فوٽو ۾، او ڳاڙهه وارا.

مٿين شعرن کي پڙهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته اِها شاعري اسان جي دور جي شاعري آهي. ويهين صديءَ جي شاعري آهي، ۽ شيام اسان جي دور جو، اسان جي جڳ جو، ويهينءَ صديءَ جو شاعر آهي.

شيام هيءُ شعر لکي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته غزل جي صنف محدود نه آهي. اُها وشال آهي، اُن ۾ هر دور جي عڪسن، احساسن، جذبن توڙي پيچيدگين کي سهڻيءَ ريت سمائي سگهجي ٿو. رڳو ان لاءِ شيام جهڙي فنڪار جي ضرورت آهي.

هائيڪو شيام جي پسند جي صنف آهي. شيام سنڌيءَ ۾ بهترين هائيڪو چوندڙ شاعر آهي. غزل هجي، دوهو هجي، وائي هجي، بيت هجي، توڙي رباعي — شيام ان ۾ ڪٿي هائيڪو جا اشارا (touches) ڏيندو ٿو وڃي. اهي تصويرون، جن ۾ وٿن (objects) کي وقت (time) ۽ ماڳ (space) ۾ معين ڪيو

ويو آهي ، شيام جي غزلن ۾ غام جام آهن . ائين ٿو لڳي ته شيام جي غزلن جا اهي شعر "هائيڪو رنگ شعر" آهن — ڇڙا عڪس . غزل ۾ ٽوڙي پڻ صنف ۾ اهو هائيڪو رنگ پيدا ڪرڻ رکو شيام جي ڏي وس ۾ آهي . هيٺيان شعر ، گهاڙيٽي موجب ته غزل جا شعر آهن، پر موضوع ۽ treatment جي لحاظ کان ڇهڙا هائيڪو:

ڇــا ٽيو، پير پــريا گــپ ۾ !
جهولــيءَ پيٽيون، هٿ هــٿڪاءِ .

*

ريل گــاڏيءَ جهنگــ ۾ بيهي وڏي ،
هيٺ مــاڻهو جهنڊ ڏارن جا مٿان .

*

مرڪ جي منڌ پسا وڻ پٽن ڇيٽڻ جي ڪري ،
مگر لڳي ٿــو ڪشادو وڏيڪ بــاغ اڄــا .

*

پــوپٽن بابت تــه سوچيو ڏيي نــه هوم،
مون ته گلن پوکيا ائين ڏي شوق مان .

*

اوندهه ، وچ — وچ کان پوءِ اوندهه ،
جنهن بــه ڏنــو ســو ڪيي اڻپورو .

*

گھرَ جي آڳر ۾ نئو ورنئي ويٺي وار سنواري،
پٺ تي ويهي ڪانءُ ڇنهنب سان پنهنجا کنبھ ڪَساري.

*

جهلي ٻـار کي ماءُ ڌمڪايو جڏهن ڀڳي،
مون کي ٻار سان ڪڏهن نه ڏٺي ريس پڳي.

*

وڻ ڇڏي اڳيرو وڏي نـه سگهيس،
ڪن پڳي پڳي رکي رکي ڪُو هئو.

*

سرد هوا ۾ وڏي سڀي پٽي وڻ جي سڪٽي ڏاري،
پيا لوڏي پٽي ٻانهن مدد لئه ولهه ۾ ڪنهن ويچاري.

*

رات مندر جـون وسائيون جڏهن بتيون،
ڪيتري خوشبو مون کي وڌي وئي.

*

ساري رستي تي هٿي هڪ ئي ڇٽي،
زور سان ڪيڏي نه بارش پئي پئي.

*

موم بتيءَ جي لاٽ وئي،
وٽ اڃا پيـي آهي لال.

*

شيام ڇـرپـر سڪل پنن ۾ به ٿـي،
ڇـا هوا صبح جي لڳي آهـي.

*

متي ڏنل غزل جي شعرن مان لڳي ٿو، ته هائيڪو جو تاثر رڳو هائيڪو جي گهاڙيٽي ۾ نه، پر غزل ۾ پڻ پيدا ڪري سگهجي ٿو (شيام ته اهو تاثر رباعين، واين ۽ بيتن، ۾ به پيدا ڪيو آهي) . شيام غزل ۽ ٻين صنفن ۾ هائيڪو جي ملاوت جو هڪ انوکو تجربو ڪيو آهي، جيڪو نه فقط سنڌي شاعريءَ لاءِ انوکو آهي، پر شاعريءَ جي دنيا لاءِ ئي انوکو آهي . پر شيام جو هي تجربو فقط تجربو نه پر هڪ ڪامياب تجربو آهي .

شيام ڪن جپاني هائيڪن جي مرڪزي خيال کي جهٽي، غزل جي شعرن جي صورت ۾ آندو آهي ـــ اهڙيءَ ريت، جو لڳي ئي نه ٿو ته ڪو اصل ۾ اهي ورتل آهن :

ٻهاري ڏئي هاڻ نوڪر مڙ يو،
پنيانئس ڪريا پن ٻه ڪونديءَ منجهان.

*

سپ ته سرڪي ڳاهه تان ويندو رهيو،
پر اڪيون پرنس اڃا پيئي ڳاهه تي .

شيام جي غزلن ۾، حقيقت نيگاريءَ سان گڏ گڏ، انسان دوستي، بي تعصبي، امن، ۽ محبت جا اعليٰ قدر موجود آهن . هن وٽ جنگ کان نفرت جا جذبا تمام چٽا ۽ پڌرا آهن . هن وٽ مقدس گنگا ته ڇپي بستيون اجاڙي ٿي ته اها پڻ مقدس نه آهي .

جا اتي ڪائي ڪري بستيون اجاڙ،
پل ۾ هجي گنگا جي ڌارا، ڇا ٿيو؟
هن وٽ مذهب جو مثبت ڪردار ساراهيل آهي،
ته ان جي منفي ڪردار لاءِ ڌڪار:
ديس ڪن لاءِ امن جو پيغام،
ڪن ڏنو جنگ کي ٿي دين قرار.

*

خون ۾ ڪفنايل هيءَ لاش،
مذهب ۾ ڊفناءِ ڪاش.
هن جو ”موت کان پوءِ حياتيءَ“ جي باري ۾
ڇٽو ۽ پختو رايو آهي — ۽ اهو حقيقت پسنديءَ وارو آهي:
سرگ ۽ نرگ مٿن جي جاءِ،
دنيا هيءَ ٿي جشن لاءِ.

*

جيڙي سک جي گهڙي غنيمت ڄاڻ!
موت کان پوءِ اتي خوشي ڇاهي!
هن وٽ پيڙ جو به هڪ شاعراڻو تصور آهي:
ڪوئي سک جي خاطر پيڙي،
۽ ڪو پيڙ ۾ سک ماڻي.
شيام غزل جي رمزيت ۽ اهڃاڻن کي ڪتب آڻيندي،
مذهبي پيشوا جي باري ۾ کهڙيءَ نه سهڻيءَ رِيت
رايو ڏنو آهي:
واعظ جو عمامو خوب،
جو ڪيءَ تي پي ڏس ته جڙاءُ!

هن وٽ "ماڻهو" محبت لائق آهي، چاهي ڪنهن جو به هجي. هو بين الاقوامي ڀائپيءَ جو قائل آهي:

ڳوٺ ڳوٺ منهنجو ئي ڳوٺ،
ماڻهو ماڻهو منهنجو ڀاءُ.

ڏيٺي جي اهڃاڻ ۽ مسجد ۽ مڙهيءَ جي اهڃاڻن کي ڪٽب آڻي شيام ڪهڙو نه حقيقت پسنديءَ وارو ۽ سوز گداز سان ڀريل شعر چيو آهي:

ٻري مسجد ۾ ۽ مڙهيءَ ۾ ڏيئو،
پر نه ڏرمن جو انڌڪار ويو.

*

گرچه هي مسجدون مندر ٿيا آثار قديم،
نئين تعمير جي ڪا پيڙهه پئي ڪاڏي ته سهي.

شيام ان مسئلي تي سنڌ جي صوفين وارو ئي فيصلو ڏئي ٿو:

آخري منزل آهي ڪفر،
پهريون ڏاڪو هو ايمان.

نرگن واد، ويدانت، تصوف ۽ سنڌي ڪلاسيڪي صوفيانه شاعريءَ جي اونهي اڀياس سبب، شيام جي شاعريءَ ۾ انهن سڀني ڌارائن جو سهڻو ۽ وڻندڙ ميلاپ آهي:

ٿيو لڳ ڳوليم پٽ آڪاس،
پڙهه مان آيو تنهنجو واس.

شيام ترقي پسند به آهي، ته حقيقت پسند به. ڪٿي ڪٿي سندس شاعريءَ ۾ صوفياڻي رومانيت جهلڪي ٿي، پر تنهن هوندي به سندس شاعري سيني مفروضن کان آجي، سائنسي حقيقتن جي ترجمان ۽ سماجي انصاف ۽ انقلاب جي آئينه دار آهي. شيام جي شاعريءَ ۾ ڪٿي به سستي نعري بازي ۽ هلڪڙائپ نظر نه ايندي (سواءِ "ماڪ ڦڙا" ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ اوائلي نظمن ۽ غزلن جي). انقلاب سان سندس ناتو اونهو، گنڀير ۽ مستقل آهي.

شيام جي غزلن ۾ خاص طور، ۽ سڄيءَ شاعريءَ ۾ عام طور، رواني ۽ سلاست موجود آهي، ۽ ان سان گڏ موسيقيت، نغمگي ۽ ردم توڙي اچارن جي لئه جو هلڪو ۽ وڻندڙ تاثر ملي ٿو:

نچڻيون کنوڻيون سهڻيون ٻو به،
گهورڻ ڪيٽ ايائي بات.

*

وارِ ٿي واري، ٻه-وڏاري واري، چوڏاري واري،
رڻ آنئو، ڪنهن ٻوڙي ڦان تي پاڻيءَ لاءِ پڪاريو.

شيام جي شاعريءَ ۾ توازن آهي. هن وٽ ردم اهڙو هلڪو آهي، جو ڪنن کي وڻي ٿو. هن جو ردم اهڙو زوراڻو به نه آهي، جو پڙهندڙ يا ٻڌندڙ اکرن ۾ اڙجي پوي، ۽ شعر جي معنوي اونهائيءَ تائين پهچي

نہ سگھي ـــ ردم شاعريءَ جو زيور آهي، شاعريءَ جي سونهن وڌائڻ لاءِ، ان جي سونهن کي ڍڪڻ يا over shadow ڪرڻ لاءِ نہ آهي.

اسان جي دور جا ڪيترائي شاعر، لفظي ردم جي لاءِ زوراڻيا ۽ ڦاٿندڙ ۽ گونجندڙ اُچار ڪتب آڻي، وقتي واهہ واهہ تہ حاصل ڪن ٿا، پر ٻڌندڙن ۽ پڙهندڙن جو ذهن اُن ڦاٿندڙ ۽ گونجندڙ ردم ۾ اٽڪي پوي ٿو، ۽ شعر جي اونهائيءَ (اهڙن شعرن ۾ اونهائي ٿئي بہ ڪانہ، پر جي هجي تہ ذهن بہ) تائين پهچي نٿو سگهي. شاعريءَ جو اصل مقصد آهي ڪو نياپو، ڪو سنيهو، ڪو خيال، ڪو عڪس، ڪو جذبو پڙهندڙ جي ذهن ۾ منتقل ڪرڻ، نہ ان جي ذهن کي اُچارن جي ڪاڪ محل ۾ ڦٽڪائڻ يا لفظن جي جادوگريءَ ۾ منجهائڻ. شيام جي شاعريءَ ۾، سندس هر شعر ۾، ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيڻ لاءِ هوندو آهي ـــ جيڪو هو پڙهندڙ کي ڏاڍيءَ سولائيءَ ۽ سهڻائيءَ سان ڏيئي سگهندو آهي. هو نہ پنهنجي ذات جو غلط استعمال ٿو ڪري، نہ پنهنجي ڏانءَ جو. هن وٽ پنهي جو خوبصورت ۽ وڻندڙ توازن آهي.

هڪ خط ۾ هو لکي ٿو: ”ـــ ها اهو ٻڌائينم تہ توکي تجنيس حرفيءَ (alliteration) جو ايڏو خفت ڇو آهي؟ ان تجنيس جي ڪري شعر ۾ ميناج برابر

وڌي ٿو، پر حد کان گهٽي ميناج جو ذائقو مٺو نہ پر ڪوڙو ٿيندو آهي، اها خبر اٿيئي"* .

شيام جي لفظي ترنم مان ئي معنوي ترنم نسري ٿو — اُئين جيئن پچ مان سلو نسرندو آهي:

ٿاريءَ تي گل، گل تي شبنم، شبنم تي چانڊوڪي،
ياد ڪندس پيو عمر تموري رات اها ڪالهوڪي .

پڙهڻ ۾ سليس، روان — جي ٻيهڪ جون نشانيون نہ ڏجن، تہ بہ شيام جو مٿيون شعر (۽ ذري گهٽ هر شعر) پڙهندڙ کي پاڻ ٻڌائي ٿو تہ پڙهڻ وقت ڪٿي ۽ ڪيتري ساهي کڻي:

جوڀن ۽ روپ ساڻ امنگ اُنگ انگ ۾
من ۾ نچي امنگ نچي من امنگ ۾ .

شيام، سچل سرمست جي ٽيڪنيڪ (جنهن موجب هُن غزل کي ڪافيءَ جي موسيقيت سان همآهنگ ڪيو، ۽ ان کي پوءِ بيدل، نانڪ يوسف، خيرمحمد هيسباڻيءَ اڳتي وڌايو) تي هڪ لاجواب غزل لکيو آهي . اهو غزل گهاڙيٽي جي لحاظ کان غزل آهي، موسيقيت يا ردم جي لحاظ کان ڪافي:

هڪ ئي اشارو پائي، ڪل ڪائنات چمڪي،
نوري نگاهہ پوندي ڪن ۾ حيات چمڪي .

---

* "ڪوُنج" — نارائڻ شيام نمبر — ١٠-١١-١٩٦٦ع، بمبئي .

آواز رنگ لاتو، ورتي خيال صورت،
ڏاتر جي ذات چمڪي، شاعر جي تات چمڪي.

شيام جي غزلن جي هڪ ٻي خوبي آهي تغزل. تغزل غزل جي خوبي نه، پر لوازمو يا ضرورت آهي. تغزل کان سواءِ غزل لکڻ اجايو آهي، جنهن غزل ۾ تغزل ناهي اهو غزل نه آهي. تغزل لاءِ ڪي هن صنف ڪيئي ايجاد ڪيو ويو آهي. پر تغزل ڇا آهي، ان جون ڪي ڪي وصفون definitions گهڙيون ويون آهن. ڪنهن زندگيءَ (Life) جي وصف ڪندي اهو چيو هئو ته ”اسان سڀني کي خبر آهي ته زندگي ڇا آهي — جيستائين اسان ان جي وصف ڪرڻ شروع ٿا ڪريون —.“

سو تغزل به ائين آهي. اسان سڀني کي خبر آهي ته تغزل ڇا آهي. پر جڏهن ان جي وصف ڪرڻ شروع ٿا ڪريون ته ان منجهيل سٽ جا چيڙا هٿ ڪي نٿا اچن.

مختصر طور، تغزل آهي ٿوري ۾ گهڻو چوڻ، جنهن ۾ ڪا رمز هجي، ڪو اشارو هجي، ڪو اهڃاڻ هجي. شيام جي غزلن ۾ اهو تغزل هر جاءِ تي نظر ايندو. شايد ان تغزل جي ڪري ئي شيام غزل کي پنهنجي مرغوب صنف بڻائي آهي. شيام جي غزلن ۾ ته تغزل آهي ئي، پر ان تغزل کي هن ٻين صنفن ۾ به ڪتب آندو آهي. هتي رڳو سنڌس غزل ۾ تغزل جي نمونن جا مثال ڏبا:

ديد جون دعوتون ازل لاڪون،
پوءِ بہ اج تائين نيڻ نيراڻا ۔

*

سورج مکي ٻڌجي تو سونهري ڪيو هر ڏينهن،
۽ رات جي راڻي تي هر رات بہ مهڪائي ۔

*

پاڻ ۾ هڪ مرڪندڙ پريشاني ،
هيءَ اسان جي حيات پي چاهي۔

*

مُرڪي ڪنهن ڪڙڪي ڪولي ،
شيام ڪُليو اج ڪنهن جو ڀاڳ ۔

*

راحت ڏئي نہ هميشه راحت ،
ڪڏهين غم بہ ضرورت آهي ۔

*

زندگي مسئلا هزار مگر ،
مرڪ تنهنجي سڀن جو حل آهي۔

*

ڪيڏي ڪومل مورت نڪتي ،
پٿر جي دل ڪاڏي ويئي ۔

*

موت مفت ۾ ٿيو بدنام،
جنهن کي ماريو، ماريو حيات.

*

ڪوئل ڪاري ڪارا نيڻ،
نگهه نگهه ڇڻ مٺڙي لات.

*

ڪامل نه گناهن ۾ نه تقويٰ ۾ مڪمل،
افسوس ملي بهشت نه شيطان نه خدا جي.

*

دل کي آهن دليل پنهنجا ئي،
عقل کي جن جي ڄاڻ ئي ناهي.

*

رستي تان نه ڪٺي کلهه ان کي شيام تراشين ها،
دنيا اڄ هئن ڪيئن ڪري ها پٿر جي پوڄا.

*

هيءَ دنيا جهڙي پيئي آهي،
پوءِ به جاءِ جيئڻ جي آهي.

*

ڦولن سان سينگاريل نڪتين،
گهر ۾ واس اچيا پيئي آهي.

*

آئي آهي بهار جي موسم سوچين ويٺو ائن ڇا ڇا،
ڪوئل لنوندي، انب جهليندا پور، اسان کان پڇڻ سوا.

*

ڪوئي پروانو رولاڪ ٻنجي ته ها،
جيڪڏهن شمع ٿئي ها نه اُن ڇلولي.

*

نقش تنهنجو ته ته هُن ايري ها،
دوست منهنجي پس منظر ڌاران.

*

ور ور سونهن لياڪا پاتا،
پيار ته هئو ڪنهن پور ۾ پورو.

*

شيام ڇوڪري ۾ ڪشش ڪيڏي ته آ،
سائي وڻ تان پڻ پڪي آيو لهي.

*

ڏيهه تائين سمنڊ ڏسندي جئن ٿڪس، پوئيم اکيون،
منهنجي آندر ۾ اٿيون لهرون ڪيتان هي اڻ لکيون.

*

سڏ نه آهي ڪير ٻاڙي ۾ اچي آهي رهيو،
صحن ۾ ڪونڊيون اٿس موتئي ۽ تلسيءَ جون رکيون.

*

ياد لڙڪن جو ڪري هڪ هڪ ڦڙو،
ڪئن وساريان شيام ٿڪن جو شمار.

*

روشنيءَ سان ڀڪ مليو پرجي مون کي،
هٿ ڪٿي اڀ ڏانهن ٻاڏائي ڏنم.

رات ڪاڏي انسان پنهي جاڳي،
نيٺ ڪنهن ڪنهن جي ننڊ چورائي؟

*

مسڪرائڻ هي، موڪلائڻ وقت؟
پاڻ ۾ وڇڙڻ جي به خوشي آهي؟

*

منهنجي گهر بس اهي ٿي تارا،
منهنجو اڱڻ جن چمڪايو پئي.

*

لفظ ۾ نه هئو ڪو مطلب،
خاموشيءَ پيئي رمز رکي پئي.

*

ٿو چئني قول ڪيو هئن ٻن ٻن،
ان منجهان ڪهڙو پلا قل نڪتو.

*

پرم هيم ته وساري ڇڏيو اٿائين مون کي،
مليو ته پاڻ جيان ڪيس بيقرار ڏٺم.

غزل ڌاري صنف آهي، سنڌيءَ جي غزل جي اوائلي شاعرن ان کي سنڌيءَ ۾ آڻي، ان کي سنڌي ماحول سان پيش ڪيو. گل، قاسم، فاضل ڌائين هيءَ صنف سنڌيءَ ۾ اوپري نه پئي لڳي. حافظ، حامد ۽ سانگيءَ تائين غزل صاف سٿرو رهيو. اڳتي هلي، هن صديءَ جي ڏهين، ٽيهين ۽ پنجين ڏهاڪي ۾ غزل ۾ ايراني ماحول،

تشبيهون، تلميحون ۽ استعارا ڏنيا ويا، ۽ هيءَ صنف سنڌ جي ماڻهن لاءِ اوپري ٿي پيئي شيخ اياز، شيام، دلگير، نياز، گدائيءَ ۽ شيخ راز اُنهن اوائلي شاعرن مان آهن، جن هن صنف کي نه فقط موٽائي سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ ماحول ڏي آندو، پر ان کي جديد دور جي ضرورتن موجب بدلائي نئون سوز ڏنو. ان ڏس ۾ شيخ اياز ڪيترائي غزل لکيا، جن کي هن پاڻ ''گيڙو ويس غزل'' سڏيو.

نارائڻ شيام جي هڪ به غزل ۾ اوپرو ماحول نه ٿو ملي. هن جي ذري گهٽ هر غزل جو ماحول سنڌي آهي. ڪٿي دهليءَ جي شهر جا نظارا آهن، جيڪو ڇڏ شيام جو پنهنجو مشاهدو آهي، پر شيام، غزل جهڙيءَ ڌاريءَ صنف ۾، سنڌي لوڪ ڪهاڻين جا ڪردار، سنڌ متعلق پراڻين يادگيرين جا عڪس اهڙيءَ نه فنڪاريءَ سان آندا آهن، جو غزل جو روايتي تغزل به نه ٿو زخمي ٿئي ۽ شيام پنهنجو اظهار به ڪري ٿو وڃي — حالانڪ ان دور ۾، جڏهن شيام جي شاعري نسري هئي، ته سنڌي غزل جو رنگ ڍنگ ايراني هئو. —

شيام، غزل کي سنڌي ماحول ڏي موٽائڻ، ۽ ان کي جديد تقاضائن جي لائق بنائڻ واري تجربي ۾ پنهنجي سينئي همعصرن کان اڳيرو آهي. اهو انڪري جو هن ان تجربي ۾ غزل جي سينئي فني لوازمن کي قائم رکيو آهي. نه فقط قائم رکيو آهي پر انهن ۾ وڌيڪ سونهن

پيدا ڪئي اٿائين. شيام جو اهو ڪمال رڳو غزل تائين محدود نہ آهي. هائيڪو، ترائيل، سانيٽ، آزاد نظم، رباعي، جيڪا بہ صنف هجي، هن ان جي سيني فني لوازمن ۽ ضرورتن جو اونهو مطالعو ڪري، ان کي سنڌي ويس ڏيکاريو، ان کي اجاريو ۽ پنهنجو ڪيو آهي ــ اهڙيءَ طرح، جو هڪ طرف آن ۾ ڪابہ فني ڪوتاهي نہ رهي، تہ ٻئي طرف سنڌيءَ ۾ اها صنف اوپري نہ لڳي.

شيام جي غزلن جي هيٺين شعرن ۾، سنڌ جي يادين جا عڪس آهن ــ چٽا، صاف، ۽ جذبن سان پيريل:

الا هــي صاف اڀ، اڏرانت جي خاموش چانڊوڪي،
جو ڏسندو هوس نوشهري ۾ هيءَ ئي ماهتاب آهي؟

*

رسالو شاهہ جو جنّ شيام سان ڪئي وينس،
ڪيو هو پهہ ڪو پتنگن اچي ڪريا ٿي ٻتيءَ تان.

*

الا انهين نہ ڌٽي جــو ڪتابن ۾ پڙهجي،
تہ هئي سنڌ ۾ سنڌ وارن جـي ٻولـي.

*

ڏر جون پٿون پرتي، ۽ پري سنڌ جون پٿون،
اڄ پاڻ وٽ ڪو شاهہ نہ ڪا مارئي ڏسان.

*

وطن ڇڏڻ وقت مون ٿي سمجهيو ڪندو نہ پلجي
ڪو ياد ليڪن،
اياز، احسان، راز پارا ڪي قرب وارا اچا بہ آهن.

گنگا جمنا امرت،
ليڪن تيج تہ سنڌو آهي.

*

ننڊيڙ ۾ شيام گهاريم جي ڪلفتن جي بيچ تي،
اڄ بہ تن پُرشور اوياريون ۽ لهواريون گهڙيون.

*

شيام، لڙائيلي لهرن خاطر،
سنڌو تانگهي سمجهي ويٺي.

هي تہ هئا ڪجهہ عڪس يادين جا، سنڌ جي يادين جا، جيڪي سدائين شيام جي لاشعور ۽ شعور ۾ روشن آهن. سنڌ جي نيم تاريخي لوڪ ڪهاڻيون ۽ انهن جا سورما ۽ سورميون بہ شيام جي لاشعور ۾ سمايل آهن، ۽ هنڌين ماڳين سندس شاعريءَ ۾ اڀرڪو ڏيئي نڪرن ٿا — غزل هجي، هائيڪو هجي، نظم هجي — شيام ان ڪي ضرور سنڌي ويس پهرائي ٿو — سنڌي، نيم تاريخي لوڪ ڪهاڻين جي ڏاڻن، ماڳن ۽ ڪردارن ڪي ضرور ان ۾ آڻي ٿو؛ انهن سڀني ڪهاڻين ۽ ڪردارن مان البت مومل راڻي سان شيام کي گهڻي رغبت آهي:

ڪاڪ ڀڪي ٿي، هئي جيسين ڪنواري مومل،
هيءَ راڻي جي ونئي ٿي، تہ هو ويرانو ٿيو.

*

ڪاڪ جي ڪپ تي ڪمل ڪومل، ڪمل بدني ڪنوار،
گل ڪماڻا، لڳ وساڻا، آءُ تہ پرچون پاڻ ۾.

ڪاڪ جي ماڙي رات نہ چمڪي،
مومل ويني شمعون ٻاري.

*

چانڊوڪيءَ ڪي پاڪ پڇي پائي،
سونهن ستل هئي ڪاڪ ڪناري.

*

چهرو چنڊ، چڪور نگاهون،
مومل ور جي واٽ نهاري.

*

مومل مومل سٽ سمجهايو،
ڪو ڪو راڻو جنهن سمجهايو.

*

ڏاڪڻ ڪاڪ، ڏسڻ ۾ آئي،
ماڙيءَ تي ڪنهن مومل مائي.

شيام، مومل راڻي جي ڪهاڻيءَ جي ماڳن ۽ ڏاڻن مان اهي نڪتا نروار ڪيا آهن، ۽ تغزل جا اهي نمونا پيش ڪيا آهن، جيڪي فارسيءَ ۽ اردوءَ جا شاعر ليليٰ مجنون، شيرين فرهاد، بهزاد ماني ۽ ٻين قصن مان آڻيندا هئا. شيام سنڌي تلميحن کي غزل ۾ اهڙيءَ ريت سجايو آهي، جو اڻين پيو ڀانئجي ته غزل آهي ئي سنڌيءَ جي صنف

مومل راڻي جي داستان کان سواءِ، شيام سسئي پنهون،

سورٺ راءِ ڏياچ، عمر مارئيءَ، جي داستانن کي به ساڳيءَ
ئي فنڪاريءَ سان غزل ۾ آندو آهي:

آس جي قيمت پڇ سسئيءَ کان،
جنهن کي رات رڻن ۾ پيئي.

*

قصو قديم آهي هي سهڻيءَ جو شيام پر،
چاڙهي ٿي دل ته ڪوئي ڀڃو ڪئن ۽ ڪئن ترئو.

*

نينهن ڪرائي نٺر ابد جي،
سورٺ سر ۾ ڏيئي لولي.

*

تر جون پئون پري ۽ پري، سنڌ جون پئون،
اڄ پاڻ وٽ ڪو شاهه نه ڪا مارئي ڏسان.

*

پياس پڌن سان ڪين ڪي لهندي،
سهڻيءَ ڪنهن سمجهايو پئي.

شيام جو هيئيون سچو غزل، سنڌي لوڪ ڪهاڻين
جي ماحول ۾ تغزل جو سهڻو مرقعو آهي:

حسن ته ڪوئل جادو آهي،
جادو تنهنجي ڪوُ ڪوُ آهي.
ڪنڌ مٿي نرگس نه ڪنيو ڇو،
پنهنجي اک جو جادو آهي.
چيٽ ڦپهري هير ڏکڻ جي،
ڦهلي سوني خوشبو آهي.

ويـرانـي ڪندڙ تـي ڳيرو،
مـان آهـيـان هـوُ هوُ آهي.
ٻـي ڪا آهي دل جي ٻـولي،
هـنـدي نـاهه نـه اردو آهي.
گنگا جـمـنـا امـرت امـرت،
لـيـڪـن تنهنجي تـه سنڌو آهي.

*

شيام هڪ خط ۾ لکي ٿو: ”اسان جي لوڪ پريم گيتن جي پس منظر ۾ اسان جون لوڪ پريم ڪهاڻيون ٿي رهنديون. ٿورو ڏيان ڏيندين ته ڏسندين تـه مسلمانن جي اٺن صدين جي حڪومت بعد بـه اسان جي لوڪ گيتن ۾ ليليٰ مجنون، شيرين فرهاد جهڙيـون آڪاڻيون پنهنجي لاءِ قـابـل غور جڳهه وٺـي نـه سگهيون آهـن. ساڳئي وقت رام ۽ ڪرشن جون ليلائون بہ ڪا جاءِ والاري نہ سگهيون آهن*.

شيام جي شاعريءَ جـي گهاڙيٽن ۾، غـزل گهٽا آهن - ۽ اهي غزل صاف سلوڻيءَ سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ لکيل آهن. شيام هندستان ۾ رهندي، ٻين سنڌي شاعرن ۽ اديبن وانـگر هنديءَ جـو اثـر قبول نـه ڪيو آهي. سندس سنڌي اهڙي صاف آهي، جو سنڌ ۾ رهندڙ شاعر

---

* ”ڪونج“، نارائڻ شيام نمبر - بمبئي ١٩٦٦ع، صفحو ٢٩.

۾ ننڍا لفظ، هڙ، جي غزل ۾ نوان آهن، ڪوجها آهن،
جديد پيچيده زندگيءَ جا عڪس آهن، هن صديءَ جا
مسئلا آهن، سنڌي ماحول آهي. هن وٽ لفظي ردم
آهي، پر هلڪو سو اهڙو جو پڙهندڙ جو ذهن ان ۾ اٽڪي
نه پوي ۽ اصل خيال ڏي راغب ٿئي. هن جي غزلن
۾ نغمگيءَ ۽ فڪر جو توازن آهي.

شيام جا اڪثر غزل غير مردف آهن. هن فقط اوائلي
دور جي غزلن ۾ رديف استعمال ڪيو آهي ۽ اڳتي
هلي بنا رديف جي غزل لکيا اٿائين. ان ڪري، جو رديف
خيال کي محدود ڪري شاعر کي لفظيءَ ۽ قافيه پيمائيءَ
تي مجبور ٿو ڪري. بنان رديف واري غزل ۾ شاعر کي
نسبتاً وڌيڪ آزادي ٿي ملي.

شيام جي غزلن جي اڀياس مان لڳي ٿو ته شيام
اسان جي دور جي غزل چوندڙ شاعرن جي صف اول جو
شاعر آهي. هن غزل جي سڀني فني ضرورتن ۽ لوازمن
کي قائم رکندي، ان جي ٻوليءَ، ماحول، تلميحن،
تشبيهن ۽ استعارن کي مقامي رنگ ڏنو آهي ۽ اهو به
اهڙيءَ فنڪاريءَ سان، جو هن صنف جو اصلي روح به
قائم رهي، ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ اها اوپري به محسوس
نه ٿئي.

شيام جي ٽئين مجموعي 'روشن ڇانورو' ۾ دوها ۽
سورٺا آهن ته ان ۾ دوهن ۽ سورٺن سان گڏ بيت پڻ
آهن. دوهو ۽ سورٺو، ڪلاسيڪي هندي شاعريءَ جي
به سٺي صنف آهي، ۽ بيت سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ

جي. شيام وٽ اهي ٽيئي صنفون پنهنجي ڪلاسيڪي
وچاءَ سان موجود آهن. انهن قديم صنفن ۾ پڻ شيام
جديد دؤر جي تقاضائن کي شامل ڪيو آهي:

ڪهڙان آسڙي چانوڙي؟ ڪير پينهنڊو جنڊ،
ڪير ٿڦيندو روشنلا، هي تارا يا چنڊ؟

*

چنيون لڳل رنگين ڪيڙيون آن ٽـي آس جون،
هـيءُ دل آهـي ڪـِي ڪا گودڙي فقير جـي؟

*

جڏهن جي ڪوجنا ـــ ۽ ڏواڻ ـــ انوکا عڪس شيام جي
هر صنف ۾ موجود آهن:

سندر ڪونج وڏيڪ ڏسجي چيچ ۾ ڪنوار ڪان،
چنڊ پيچ جو ليڪ تہ بہ ڪو تارا مٿ پون!

*

مٿ پيڙي گهارڻ ڪلي ڪنجوسن جي ڪار،
رنگ ماڻ، سرهاڻ ڏي، گل ٿي، جڳ ۾ گهار!

’ماڪ ڦڙا رابيل‘ ۾، شيام هڪ انوکو تجربو ڪيو
آهي – هن مسلسل دوها ۽ سورٺا لکيا آهن، جيڪي
نظم جي صورت ۾ آهن. انهن نظمن ۾ موضوع ۽
مرڪزي خيال شروع کان آخر تائين ساڳيو آهي، ۽
مصراعن ۽ قافيي جي لحاظ کان دوها ۽ سورٺا آهن.
شيام انهن نظمن کي عنوان بہ ڏنا آهن: رات، پيچ پني،
مرڪ ڀري مورت مٺي، وغيره.

شيام جا ڪي ٽي وهاڻا سورٺا، ٿوري ٻيت هائيڪو ونگس آهن. انهن ۾ هائيڪو وانگر تصويرون آهن ته

پٿر ڪرندي ٽيڏيءَ ۾ جيئن ٿيو آواز،
پر تي جيئڻ وڻ منجهان پکيءَ ڪيو پرواز.

*

ڇت تان چاپوڙا لٽڪيل، ڪٻر جا شيشا ڇوڙ،
سڄ پيڇاڙي پسور، خالي هسان مڪان ۾.

*

گلي مٿي طوفان ۾، ٻوڙي رکت رکت ساڻ،
قبرستان مساڻ، مسرڪيا پٽي ڇاپوهه مان.

*

او سنگيت سڄاڻ پٽ، او سنگيت سڄاڻ،
ٽڙيڏر ڪوئل سان، شرط رکي ڳائي پپيو.

*

ايڏي ڦهلي روشني، اُس ٿي ايڏي سخت،
پنهنجي ڇانوَ درخت ويو سميٽي پاڻ ۾.

ان ٽ قيانوسي صنف ۾، شيام پيار ۽ بي تعصبيءَ سان ڀريل جذبا پيش ڪيا آهن، جيڪو موضوع شاعريءَ لاءِ نه پراڻو آهي، پر شيام وٽ نت نئون ٿو لڳي:

ڏسيو هزارن رهبرن، هڪ ئي راهگذار،
رستا هيئن هزار، هڪڙيءَ گمراهيءَ ڪيا.

شيام جي شاعري گهڻي قدر تجرباتي آهي، هن هر صنف ۾ موضوعن جا تجربا ڪيا آهن. هو سنڌي شاعريءَ

۾ ”ترائيل“ جو بنياد وجهندڙ آهي. شيام کان سواءِ هريءَ دلگير ۽ هرنيڪانت به ڪامياب ترائيل لکيا آهن. اڄڪلهه سنڌ ٽوڙي هنڌ ۾، هيءَ فرانسيسي گهاڙيٽو نوجوان شاعرن جو مقبول گهاڙيٽو ٿي پيو آهي. ائين سمجهه جو هيءُ گهاڙيٽو ورائيءَ جي ڪري مترنم ۽ اثرائتو ٿي پيو آهي. ”روشن چانڊوري“ جو پهريون ئي ترائيل سنڌ جي محبت سان پريل آهي:

سنڌ کي ڪونه ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان،
سنڌ سنڌين ۾ وسي، سنڌ هٽي سنڌ هٽي،
ملڪ بڻجي ٿو مٽيءَ سان ته مگر ماڻهن سان،
سنڌ کي ڪونه ڇڏائي ڪو سگهي سنڌين کان.

ترائيل جهڙي اوپري صنف به شيام وٽ ڄڻ مقامي آهي. ڪير چوندو ته هينيان به ترائيل هن ماحول ۽ هن مٽيءَ جا نه آهن:

ڦاڳ آيو، ڳاءِ هوليون، رنگ سان هولي رچاءِ،
آهي هر موسم کسي پنهنجو راڳ ۽ پنهنجي ورنهن،
جتن، جڏهن، جيڪو ملي سو ٿئن، تڏهن موقعو مناءِ،
ڦاڳ آيو، ڳاءِ هوليون رنگ سان هولي رچاءِ.

مٿين ترائيل ۾ ڦاڳ، هولي، رنگ فرانس سان دور جو واسطو به نه ٿا رکن. ڪهڙيءَ نه فنڪاريءَ سان شيام هن ڌاريءَ صنف کي سنڌيءَ ۾ ڦبائي ويو آهي!

هڪ ٻيو ترائيل:

جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي،
ڏسندي مٿي تان ڪنهن جي رڏو ٿي ڪري پيو؛
ٿالو نڪت تڪت جو ٻڌي شوق سان تڪي،
جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي؛
اپ ڏانهن هيءَ ڏسي ۽ ڪو ڏانهس پيو ڏسي،
نظرن ڪي سڪ ۽ سونهن جو مرڪز ملي ويو؛
جهلمل ڪندڙ حسين ستارن جي ميڙ ڏي،
ڏسندي مٿي تان ڪنهن جي رڏو ٿي ڪري پيو.

مٿيون ترائيل سچو ڏنو اٿم، جو ان ۾ سچو ڪمال پهرين ٻن سٽن ۾ آهي. مٿي تان رڏو ڪرڻ رڳو مشرقي، خاص ڪري سنڌي سماج جي تصوير آهي. ۽ هن ترائيل ۾ شيام 'هائيڪو رنگ' پريو آهي. شيام وٽ تجربن، ۽ ڪامياب تجربن، جي ڪوٽ ڪانهي. فرانسيسي ترائيل جهڙي اوپري ۽ سنڌيءَ ۾ تازي آيل گهاڙيٽي ۾ جپاني هائيڪو جو تاثر پيدا ڪرڻ، ۽ انهن ٻنهي فرانسيسي گهاڙيٽي ۽ جپاني تاثر کي نجي سنڌي عڪس، "مٿي تان رڏو ڪرڻ"، ۾ سمائڻ، منهنجي خيال ۾ ته شاعريءَ جي فن جو ڪمال آهي. شيام جي شاعرانيءَ عظمت جي ثبوت لاءِ هڪڙو هيءَ ترائيل ئي ڪافي آهي، جنهن ۾ هن ٽن ملڪن جي شاعرانين ڌارائن جو حسين سنگم پيش ڪيو آهي، ۽ اهو به اهڙيءَ طرح، جو ڌارين ڌارائن جي ڌارئي هجڻ جو احساس ئي نه ٿو ٿئي.

شيام جي شاعريءَ جي اڀياس ڪندي لڳي ٿو ته

غزل کان پوءِ شيام جو ٻيو نمبر مرغوب گهاڙيٽو ”هائيڪو“ آهي. جو تہ ’تصويرون‘ جي عنوان هيٺ، شيام جي لکيل هائيڪن کان سواءِ، شيام جي شاعريءَ جي ذري گهٽ هر گهاڙيٽي ۾ هائيڪو جو تصور ملي ٿو. بيت هجي، وائي هجي، غزل هجي، ترائيل هجي، دوهو سورٺو هجي ـــ سڀني گهاڙيٽن ۾ شيام ڪٿي نہ ڪٿي هائيڪو جا اشارا (touches) ڏنا آهن.

’ماڪ ڀنا رابيل‘ ۾ شيام پنهنجي هائيڪن کي ”تصويرون“ سڏيو آهي. هائيڪو آهن بہ تصويرون. جيڪي ڌانگ گهرائي جي تصويرن وانگر ”خال کي ڀرڻ کان سواءِ ئي ڀرين ٿيون“.

هائيڪو شاعريءَ جي فن ۽ تاريخ تي مون بہ مضمون لکيا آهن*. انڪري انهيءَ جي فني ضرورتن کي هتي نہ ٿو ورجايان، پر اهو چوڻ ضروري ٿو سمجهان تہ ٻين شيام ۽ پوءِ شيخ اياز اهڙا سنڌي شاعر آهن، جن کي هن جپاني گهاڙيٽي جي اونهائيءَ تائين پهچڻ سگهيا آهن، سنڌيءَ ۾ اهڙا هائيڪو تخليق ڪيا اٿائون جيڪي ان جي اصلي روح کي قائم رکيو اچن. مختصر طور، هائيڪو هڪ عڪس آهي، جذبي سان ڀريل عڪس. اهو معروضي عڪس آهي، جيڪو ڪنهن ’وٿ‘ (object) کي وقت ۽ ماڳ (Time and Space) ۾ متعين ٿو ڪري، ۽ ان ۾ موسم (season) جو عنصر ضروري آهي. ان

---

* ”مهراڻ“ ٽماهي، ١٩٨٦١ع ۽ ١-٢/١٩٧٧ع

جو گهاڙيٽو آهي ٥، ٧، ٥ اُچار، ۽ پهرين ۽ پوئين سٽ
جو قافيو ساڳيو هوندو آهي.

شيام جا هائيڪو ڏسو، ۽ پڙهو:

تارا سهس هزار،
هو ماناري تي مکيون،
ٽمڪي روشن لار.

*

ڏيئي کنڌ کي ٻانهن،
کٽ تي ليٽي پئي تکيئي،
رات ستارن ڏانهن.

*

موڪل واري ڏينهن،
چانئٺ تي بيٺس اچي،
اڄ به اچي پيو مينهن.

*

ڀوپٽڙا رنگين،
ٻار ته گنڍجي ماءُ سان،
هاڻي هلندا کين.

*

ساز رکيل پٺ ساڻ،
بند اکيون چپ گهانئٺو،
واڳس ساڻ رهاڻ.

*

سينور چڙهيل ٺلاءِ،
ڏينڊر ٽپ ڏنو مگر،
لهرن جو نہ لکاءُ.

*

هي چر، سرَ ۾ ڪانهن،
ڪيئن چڪجي آيس هتي،
ويس پئي ڪيڏانهن.

*

ماءُ ڏنس پئي مار،
پوءِ بہ چنبڙي ماءُ کي،
سڏڪيو پئي جو يار.

*

وِنڊ ڪِينارين ڪنگ،
ڪاغذ تي اونڌا سنوان،
يار لکيا پئي انگ.

*

گلي گلي ۾ شور،
اونهاري جون موڪلون،
يار ٻاهر ۽ ڏور.

*

در ڪڙڪايو واءُ،
ڪوليم پر ڪنهن کي ڪلي،
چوان تہ اندر آءُ!

ڇڪڙيم ڀڃي پوپٽ،
سهڻي سهڻي ڦول کي
ائين لڳي ويو جهٽ.

*

ڪانوَن جي ڪان ڪان،
نوريڻڙو ڇيڇري وڃي،
موٽرَ تيزيءَ سان.

*

پٽ تي ٿيو ڦهڪو،
ڇت تان هڪ ڪرڙي ڪري،
هانوَ اندر دهڪو.

*

گندو نالو بوهه،
بيٺل پاڻيءَ ۾ ٻڪي،
سج جي روشن روهه.

*

ساز رکيل پٽ سان،
بند اکيون چپ ڳائڻو،
راڳن ساڻ رهاڻ.

*

چوڏس ڇانڊاٽو،
اڳيان رسالو شاهه جو،
سر مومل راڻو.

سنجها جي ڌاڙيسي،
مرڪي پڇڻ لڳي، پلاءِ
بڻي رڪان آڏي!

*

هيڏا اسريا گناهه،
راڻي ڏاران ڪاڪ جي
ڪيرُ لتاڙي راهه.

*

ريڊيو، سنڌي راڳڻي،
چاءِ پيالي چپن تي،
ننڊ نيڻن نه جاڳي.

*

ڪوئل جي ڪونجار،
ڏونهون جيٽ جهاز جو،
هي جمنا جي ڌار.

هنن هائيڪن ۾، سنڌي ماحول سمايل آهي، راڻي ۽ ڪاڪ جو ذڪر آهي، چانڊوڪيءَ ۾ شاهه جو رسالو کليو پيو آهي، ڪٿي جديد زندگيءَ جا عڪس آهن: جيٽ جهاز، ريڊيو تي سنڌي راڳڻي ۽ چپن تي چاءِ پيالي.

ڪن جپاني هائيڪن کي شيام اهڙيءَ فنڪاريءَ سان سنڌيءَ ۾ سمايو آهي، جو آهي جپاني ٿي نٿا لڳن، جيئن باشوءَ جو سينواريل ترجمو هائيڪو، شيام

جي هائيڪن کي پڙهي ان نتيجي تي پهچجي ٿو ته ٻوليءَ لاءِ ڪا به صنف اوپري نه آهي – رڳو ان کي شيام جهڙن شاعرن جي فنڪاراڻي ڇهاءَ جي ضرورت آهي. هائيڪو جي گهاڙيٽي ۾ به شيام جي تخليق ۽ ڪوجنا – مشاهدو – سڀ چوٽ تي آهن. مار ڪائيندڙ ٻار جو ماءُ کي چنبڙي سڏڪڻ، اونهاري جي موڪلن ۾ ٻارن جو لغڙن تي شور ڪرڻ، گندي نالي جي متاڇري تي سج جي روشن روح ظاهر ٿيڻ، موٽر جي نوريٽڙي کي ڇڃڻ تي ڪانون جي ڪان ڪان، اهي سڀ ماڳ ۽ ٿاڻا شاعريءَ لاءِ انوکا، نوان ۽ جديد آهن.

وائيءَ جي ڪلاسيڪي صنف کي سنڌيءَ ۾ ٻيهر رائج ڪرڻ ۾ شيخ اياز، نارائڻ شيام ۽ بردي سنڌيءَ جون ڪوششون شامل آهن. شروعات شيخ اياز ڪئي، هو اڃا ٽائين وائيءَ سان نڀائيندو اچي. نارائڻ شيام جون وايون اُتساهه، ترنم ۽ روانيءَ جون حامل آهن. هن وراڻيءَ واريءَ سٽ جي زوراڻي اثر ڪان ڪم ورتو آهي، جيڪو وائيءَ جي گهاڙيٽي جي فن جو ٽيڪنيڪي راز آهي – ورجاءَ واري سٽ بار بار اچي مرڪزي خيال کي وڏيڪ اثرائتو ٿي بڻائي. ڪافيءَ جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ، سنڌيءَ جي ڪلاسيڪي شاعرن وائيءَ کي وساري ڇڏيو. هن دور ۾ اياز، شيام ۽ بردي ان کي ٻيهر جياريو ۽ اڄڪلهه اهو نوجوان شاعرن جو مقبول گهاڙيٽو ٿي پيو آهي.

نارائڻ شيام جون وايون جيڪي ’ماڪ ڦڙا رابيل‘ ۾ شامل آهن، آهي روايتي سنڌي لوڪ ڪهاڻين تي مشتمل آهن، جيئن:

نڪري پيو آڪاس — راڻو آيو ڪاڪ تي.

پر اهڙين واين ۾ شيام، روايتي رنگ ۾ نئون نواڻ پيدا ڪئي آهي:

منهنجي سنڌڙي سرڪ فضا جي،
سرهو سرهو سواس —
راڻو آيو ڪاڪ تي.

سج جون سونيون باکون جهلڪن،
سون ورن احساس —
راڻو آيو ڪاڪ تي.

هڪ ٻي وائي به مومل راڻي جي موضوع تي آهي. مومل راڻي جو موضوع شيام جي پسند جو موضوع آهي، ۽ هر ٻنهي جي گهاڙيٽي — غزل، بيت، رباعي، هائيڪو، وائي ۽ نظم — ۾ شيام ان کي آندو آهي:

تنهنجو ناتو راڻا،
مومل لئه سمجهائي.
پونئر پنهوليا جن تي،
سي ترڪنور ڪوماڻا —
مومل لئه سمجهائي.

اهو ته ٿيو روايتي رنگ. هي ۽ دقيانوسي ۽ آثار قديمه جي صنف، جنهن کي پوءِ اينڊڙ ڪلاسيڪي

شاعرن ماريل سمجھي ڇڏي ڏنو هئو، ان ۾ شيام کيتريون نه کوجنائون ڪيون آهن ۽ ان ۾ کهڙا نه نوان تجربا ڪري نوان رنگ پريا اٿائين :

ڪوئل جي ڪونجار، مون نه جوانيءَ ۾ لکي.
پوپٽ نچندا ڏسي رهيا،
رنگ رتي جهنڪار، مون نه جوانيءَ ۾ لکي.
وڄ نيڄوئي نور جو،
تارن جي بازار، مون نه جوانيءَ ۾ لکي.

هن وائيءَ ۾ ”رنگ رتي جهنڪار“ ۾ موسيقي ۽ رنگ رلمل آهن، ته ”تارن جي بازار“ ۾ نواڻ آهي، جيڪا وائيءَ جي گهاڙيٽي لاءِ نئين آهي.

هڪ ٻي وائي :

ڏانڊاڻي جي لاٽ ـ رات انڌاري پنڌ گهڻو.
هڪ وک کڻندي روشني، ٻي وک کڻندي ٻاٽ،
ڏانڊاڻي جي لاٽ ـ رات انڌاري پنڌ گهڻو.
ڪنهن ڪنهن مهل هتان هتان، رکي رکي چمڪاٽ،
ڏانڊاڻي جي لاٽ ـ رات انڌاري پنڌ گهڻو.
ٻوند ٻوند هيءَ روشني، اوندهه نبجي اسات،
ڏانڊاڻي جي لاٽ ـ رات انڌاري پنڌ گهڻو.

هن وائيءَ کي پڙهي، لڳي ٿو ته شيام ”هائيڪو رنگ وائي“ لکي آهي. ”ڪنهن ڪنهن مهل هتان هتان،

رنگي رنگي چمڪات“. هائيڪو جو رنگ آهي، جيڪو شيام هن وائيءَ ۾ آندو آهي. پر ان ”هائيڪو رنگ“ آڻڻ جي باوجود شيام وائيءَ جي ’گهاڙيٽي‘ ۽ ’مزاج‘ جون سڀ فني ضرورتون پوريون ڪيون آهن:

جرڪي پيئي جُوهه، چيٽ جي سونيءَ آس ۾.
سنهيران ڪونه نه اڳ ڏڙيا، مگرا هڙهڙيءَ روه،
چيٽ جي سونيءَ آس ۾.
گونجي پريان مڙهيءَ منجهان، صاف سڳيءَ جي هوهه،
چيٽ جي سونيءَ آس ۾.

ان وائيءَ ۾ ”چيٽ جي سوني آس“ ۽ ”مڙهيءَ منجهان سڳيءَ جي هوهه“ روايتي سنڌي شاعريءَ مان ڪنيل عڪس آهن. پر انهن کي آڻڻ جو انداز (treatment) اهڙو استادانو (masterly) آهي، جو اهي موضوع ۽ اهي عڪس نت نوان ٿا لڳن. جيئن فرينچ شاعر ڪاشو چيو آهي: ”ڪا عام شيءِ کڻو، ان کي چمڪائي، جرڪائي پيش ڪيو، اهائي شاعري آهي“ — شيام سنڌي روايتن کي اهڙيءَ ئي طرح پر واقعي ڪيڏو نه چمڪايو ۽ جرڪايو آهي!

’پنکڙيون‘ کان پوءِ رباعيون رکو شيام جي هن مجموعي (’ماڪ پنا رانيل‘) ۾ آهن. رباعيءَ جي ٺيٺ فارسيءَ گهاڙيٽي ۾ بيت جي موضوع کي سمائڻ، اهو به ڪمال فن ڪاريءَ سان — اهو شيام جهڙي شاعر جو ئي ڪم آهي.

سپرين جو نيڻ هو اڇڻ جو اقرار،
ڇا ماکيءَ ميٺ هو اڇڻ جو اقرار،
آسروند يون اکيون تکن ساري رات،
هن تاري، هن هيٺ، هو اڇڻ جو اقرار.

هن رباعيءَ ۾، شاهه لطيف جي سر ڪنڀات واري بيت "هن تاري، هن هيٺ، هت منهنجا سپرين" جو ماحول آهي. پر نيٺ سنڌي بيت کي رباعيءَ ۾ آڻڻ شيام جو ئي فن آهي.

اهو ته ٿيو بيت رباعيءَ ۾ — هاڻي رباعيءَ ۾ هائيڪو ڏسو:

خاموش فضا ۾ شام ڏنڌلي ڏنڌلي،
سڌ ناهه ته ڪنهن مهل ويم ننڊ ڪچي،
آڏيءَ وڳڙي اکيون ڪُليون جڻ منهنجون،
ڇانئيل اڌ هنڌ تي هئي چانڊوڪي.

اٿين چئبو ته هيءَ ڄڻ سٽن جو هائيڪو آهي. (اڄڪلهه جديد نقاد انجيل ۽ هيمنگوي ۾ به هائيڪو ڳولي ٿا لهن).

هي رباعيون پڙهو. رباعي فارسي گهاڙيٽو آهي. ان ۾ سنڌي لوڪ ڪهاڻين جا ڪردار کڻيءَ ته فنڪاريءَ سان آنديل آهن، جو پانڌيجي ٿو ته هي گهاڙيٽو فارسي نه پر سنڌي آهي:

اوٺي اوٺي هوريان هوريان اٺ ڪاهه،
هونگاريندي ڳالهه نه هيءَ دل تان لاهه،

تنهنجي اٽ تي ساهه سڙيڪو سپريـن،
منهنجي دل تي بار وڇوڙي جو آهه.

*

ٻڻجي هرڪا نـار نـه مومل پـونـدي،
هر موسم ۾ لات نـه ڪوئل لـوندي،
راڻـا پنهنجي هـوڏ نـه ڇڏ پـر دنيا
توکي ته صدين بعد به پاڳل چوندي.

*

سهڻي سهڻي هئي تـه بس ميهر لئه،
هن جو دريا تي ٻڏڻ ترڻ هو ور لئه،
ڪنهن جو هو چنڊ چاندني ڪنهن جي ٿي،
ڪارو ڪارو ڪلنڪ سهڻي گهر لئه.

مٿين رباعين ۾ شيام سنڌي ماحول آڻڻ سان نه فقط رباعيءَ جي گهاڙيٽي پر ان جي روح کي پڻ قائم رکيو آهي. هر رباعيءَ ۾، هڪ انوکو ۽ اونهو نڪتو آهي، climax آهي، جيڪا هن گهاڙيٽي جي جان آهي.

هيٺين رباعين ۾، جذبن، عڪسن، ۽ ڏاڍن جون اهي کو جنائون آهن، جيڪي شيام جي شاعريءَ ۾ هنڌين ماڳين موجود آهن.

ليڙن ۾ جوانيءَ جي اڇل تي ڦٽڪي،
پوتيءَ جو پلئه سيني ڏ کڻ لاءِ ڇڪي،
جنهن آهه پري ڦـاٽي تهائين چولـي،
ڏڪجي ٿي غريبي نه جواني ٿي لڪي.

هيءَ رباعي آهي گهاڙيٺي ۽ ٽيڪنيڪ جي لحاظ کان،
پر جديد ترقي پسند سوچ جو هڪ نادر نمونو آهي ـ
عڪس آهي، چرندڙ پرندڙ عڪس آهي. هن ۾ انسان
دوستي ۽ سماجي انصاف جي لاءِ پڪار آهي ـ دقيانوسي،
روايتي ۽ اونداهي گهاڙيٺي ۾ وچ جو چمڪاٽ آهي.

هيٺينءَ رباعيءَ ۾ ڪهڙو نه چٽو، سهڻو ۽ چرندڙ
عڪس آهي، جيڪو رومانوي جذبي سان ڀريل آهي:
آهو به رباعيءَ ۽ هائيڪو جو ميلاپ آهي. پر ان ۾
مقامي ماحول آهي. رباعي فارسي، هائيڪو جپاني، ۽
ماحول هندستاني!

سانجهن ويلي ڳانءِ ڏڏي پٺي راڌا،
روپسا ڪرڻما ٽٽن منجهان پٺي نڪتا؛
چونڊيءَ مان پيس هارجي سڀ چاندوڪي،
پدنندي ٿي آلاپ مٺا مرليءَ جا.

هن رباعيءَ ۾ موسيقيءَ جي تشبيهه ڏني وئي
آهي. اها تشبيهه اهو ئي ڏيئي سگهندو، جنهن کي
موسيقيءَ جو سٺو ذوق هوندو، ۽ ڄاڻ هوندي:

سان ڪالهه ويس پور پچائيندو پٺي،
سامهون تو سڏيو اوچتو اچي رستي تي،
ڦيرائي ڇڏيم سلسلو ويچارن جو،
ڪو ڳائڻو جڻن مينڊ ڏئي سر بدلي.

'پنڪڙيون' کان وٺي، 'ماڪ پنا رابيل' تائين،
نارائڻ شيام رباعين ۾ تجربا ڪري، ان کي فارسي ماحول

۾ لهجي کان بلڪل ٻاهر ڪيدي، ان ۾ سنڌي لهجو ۽ ماحول سمايو آهي، ۽ پڻ ترقي پسند سوچ کي آندو آهي، ۽ ڪن ڪن رباعين ۾ هائيڪو جو عنصر پيدا ڪيو آهي.

’ماڪ ڦڙا رابيل‘ جي نظمن واري حصي ۾ ٻه اهڙا نظم ڏنل آهن، جيڪي تجرباتي آهن. ڪن نظمن جو گهاڙيٽو ماترائن موجب ائين ٿو لڳي ته سنڌي آهي، ته ان ۾ فارسي وزن فعلن فعلن فعلن- فعلن فعلن فعلن جو ردم ٻه محسوس ٿئي ٿو. نظم ”خواب“ جو گهاڙيٽو سانيٽ (چوڏسيءَ) جو آهي، پر ان جي ٻولي، رواني ۽ موسيقيت ان گهاڙيٽي جي اوپرائپ کي ڍڪي ڇڏيو آهي. نظم ”سڪ نه مليو سڪ پائي“ ترائيل آهي جنهن جي موضوع، لهجو، ٻولي، موسيقيت ۽ ماحول، سڀني گڏجي ان ۾ اهڙو مقامي رنگ پيدا ڪيو آهي، جو گهاڙيٽي جي اوپري هجڻ ڏي گمان ئي نه ٿو وڃي:

چنڊ لهي ٻـار رڙي ٻـانهون مٿي ڦهلائي،
آرسي ڏيئي چـون کيس ته وٺ چنڊ اجهو،
هـاءِ سنسار هـتي سـڪ نـه مليو سڪ پائـي
نانءُ ٿيو اصل جو، هٿ آيو مگر عڪس رڳو.

فارسي عروض جو وزن، فرانسيسي شاعريءَ جو گهاڙيٽو ترائيل ۽ ماحول، لهجو، ٻولي، ۽ موسيقيت خالص سنڌيءَ.

نارائڻ شيام جي شاعريءَ جي اٺن ئي مجموعن جي

اُيياس مان لڳي ٿو ته پهرين 'ماک ڦڙا' ۾ شيام تجربا ڪيا آهن، ۽ آزاد نظم، سانيٽ، گيت، غزل لکيا آهن، اڳتي هلي 'روشن چانورو' ۽ 'ماک پنا رابيل' ۾ هن دوهن، سورٺن، وائي، هائيڪو، ترائيل ۽ غزل ۾ قلم آزمايو آهي، ۽ نيٺ غزل سان لڱون لاتي اٿائين.

شيام جنهن به ڏاريءَ صنف کي اختيار ڪيو آهي، ته ان جي سمورين فني ضرورتن کي پوري، ان کي سنڌي ماحول مطابق پيش ڪيو اٿائين، ۽ ان جي اوپرائپ کي بلڪل ئي ختم ڪري ڇڏيو اٿائين. هن هر گهاڙيٽي ۾ اصليت، انفراديت ۽ تخليق کي قائم رکيو آهي. هن جي شاعريءَ جا ماڳ، احساس، ۽ تاڻا ورجايل نه، پر اصلي ۽ کوجنا ڪيل آهن. هن شاعريءَ ۾ ردم ۽ خيال ۾ توازن قائم رکيو آهي، ۽ لفظي ردم جي جادوگريءَ تي فڪر ۽ نيپاپي کي قربان نه ڪيو آهي.

هو سنڌي شاعريءَ ۾ آزاد نظم، چوڏسيءَ (Sonnet) ترائيل ۽ هائيڪو جي بنياد وجهندڙ شاعرن مان آهي، ۽ سنڌي بيت ۽ وائيءَ کي پيهر جيارڻ ۽ ان کي جديد تقاضائن لائق بنائڻ ۾ شيخ اياز ۽ بردي سنڌيءَ سان گڏ هن جو وڏو حصو آهي.

هن جي شاعري صحيح معنيٰ ۾ 'جديد' آهي، ڇو ته غزل، هائيڪو، نظم، بيت، دوهي – هر گهاڙيٽي ۾ هن اڪثر ڪري جديد پيچيده زندگيءَ جا عڪس، مسئلا ۽ احساس پيش ڪيا آهن.

شيام صحيح معنيٰ ۾ ترقي پسند ۽ محب وطن شاعر آهي. هن جي ترقي پسندي نعري‌بازي نہ آهي (سواءِ ڪن اوائلي نظمن جي)، ۽ هن جي وطن دوستي سطحي نہ آهي. هن جي شاعري نجي شاعري آهي، ۽ هو نجو شاعر (Pure and genuine poet) آهي.

هن هندي سنسڪرت جي ڪلاسيڪي ڌارائن، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي صوفيائين روايتن، جپاني شاعريءَ جي گهاڙيٽي ۽ ان جي فني خوبين، جديد مغربي شاعريءَ جي لاڙن، ۽ ترقي پسند ۽ وطن دوست سوچ جي ميلاپ سان، سنڌي شاعريءَ ۾ هڪ اهڙي اسلوب کي تخليق ڪيو آهي، جيڪو فقط شيام جو ڪارنامو آهي. ان اسلوب کي تخليق ڪرڻ لاءِ ايترين سارين ٻولين جي اونهي اڀياس، ۽ ان سان گڏ نارائڻ شيام جي باذوق فطرت، دردمند ۽ وطن دوست دل جي ضرورت آهي، جيڪو ٻئي ڪنهن شاعر لاءِ ناممڪن آهي، ان ڪري شيام اسان جي دؤر جو مهاڪوي آهي.

مون شيام جي ڇپيل اٺن ئي مجموعن کي اڳ ۾ رکي، هيءُ اڀياس لکيو آهي: 'ماڪ ڦڙا' — سنہ ١٩٥٣ع؛ 'پنکڙيون' — ١٩٥٥ع، 'رنگ ني لهر' — ١٩٥٦ع، 'روشن ڇانورو' — ١٩٦١ع؛ 'ماڪ ڦنا رابيل' — ١٩٦٤ع، 'واريءَ ڀريو پلاند' — ١٩٦٨ع، 'آڇيندي لڄ مران' — ١٩٧٢ع؛ 'مهڪي ويل صبح جي' — ١٩٨٣ع. هينئر شايع ٿيندڙ غزلن جي مجموعي، 'نڪور غزل'، کي مون هن اڀياس

۾ شامل نہ ڪيو آهي ــ ان ڪري، جو مان چاهيان ٿو تہ سنڌي زبان جي شاعريءَ جا چاهيندڙ ۽ شائق، سنڌيءَ جي هن انوکي شاعر ۽ ”ڪوتا جي ڪاڪ ڏٺيءَ“ * جو تازو ڪلام، پاڻ، بنان ڪنهن اڳواٽ مڙهيل رايي يا نتيجي جي، پڙهي، ان کي ماڻين، ۽ ان مان لطف حاصل ڪن.

نارائڻ شيام جي هن مجموعي ۾ اهي غزل شامل آهن جيڪي هن سنہ ١٩٨٣ع کان سنہ ١٩٨٦ع تائين لکيا. سنڌ ۾ انهن غزلن جو پڌرو ٿيڻ نيڪ فال آهي، جيڪو اسان جي هن درويش صفت شاعر جي سنڌ لاءِ اٿاهہ محبت جي سنڌ طرفان موٽ آهي.

ــ تنوير عباسي

سرمد جو گهر، خيرپور
، مارچ ١٩٨٧ع

---

* هي سنگرام!
سامهون آ
نارائڻ شيام!
هن جا منهنجا
قول بہ ساڳيا
ٻول بہ ساڳيا
هو ڪوتا جو ڪاڪ ڏٺي، پر

منهنجا رنگ-رتول بہ ساڳيا .... ـ” اياز“.
(”وڄون وسڻ آئيون“، ص ٣٧).

## مددي ڪتاب

(١) ارجن شاد ۽ ٻيا: ”ڪونج“ - نارايڻ شيام، پرچو ٻمبئي، ١٩٦٦ع.
(٢) سگن آهوجا: ”روشن چانورو“ جو مهاڳ، ٻمبئي، ١٩٦١ع.
(٣) هري دلگير: ”رنگ تي لهر“ جو مهاڳ، ٻمبئي، ١٩٥٦ع.
(٤) ارجن شاد: ”پنکڙيون“ جو مهاڳ، ٻمئي، ١٩٥٥ع.

# ٻوند - لهرون - سمنڊ

نارائڻ شيام

جو

نڪور ڪلام

آهيان ته **ٻوند** پوءِ ٻه **لهرون** ڏسي ڏسي،
اڇلون ڏئي ٿي دل ته پوان هوند **سمنڊ** ٿي.

— شيام (ص: ٦٦)



جڳن جي بيڪار مڇڇهند ڳجهي سڀ ۾ ،
جس اڪيلو ڪانءُ ڏي ويٺو لنوي!

سڄ ٽڪو ايڏو ته چمڪيو ٻئي مٿان،
جو ڪجهي اک ڏي نه پيئي سمنڊ ڏي!

ٿاڦو ڪاٺي وات سان ويٺين رسي،
ويٺو آهين پوءِ به ڪنهن بجي وات تي!

شام جي سرهي ۽ ٿڌڙي واءُ جو،
جهونڪو آيو، ويو ڪري تنها مون کي!

گرچه نالي جي نه سڏ ڪاڻي هيتر،
پڇا ته سهڻو گل ٽڙيل هئو شاخ تي!

چؤ طرف آوندده ڏي آوندده آهه، پر
جو ڏس ۾ ڏسو اچي، آن مان اچي!

هتل گهڙيءَ جي ڏي مڇڙ تائين رڙهي،
خود هلي ڏس وقت جي رفتار کي!

فڪر ايندڙ جو ڪري ورندو به ڪي،
موت ۾ ڇاهي، جو آن تي سوچجي؟ ٨٣/٦



آهيان تہ ٻُوند پوءِ بہ لهرون ڏسي ڏسي،
اُڇلون ڏئي ٿي دل تہ پوان هُوند سمنڊ تي!

گويا خيال جوڙي آڌار ۾ چڙهندا هئو،
ڪٿي سُرت ڪيِ چڙڪي ويون لهرون لهي چڙهي!

ٻڪرن جي لئہ شرارتي نينگر پنهان تہ هوس،
ٻوٽ ڪي ٻر پيرن جي ٽڪري ڪٿي هئي!

اڄ طي ڪري سفر ٿو مُڙي راهہ جنهن ڏسان،
دل ۾ ڪي ڪُڏون ڪُٽيا ۽ دڙا ٿيا ڏيڻ خوشي!

ڳالهيون ڪري ٿي پوريون ڪيونٿين، مگر اڃا،
ڪا ڳالهہ دل ۾ آهہ جا پوري نہ ٿي سگهي!

دل پريت ڪان پلي مون، تيئن مَنڊتون، مگر
ڪهڙي سا اهڙي پيڙ اڃا دل سهي پئي؟

جو ڏيان پي نہ ڏيئي رڪي ڏيان هر طرح،
ٿهن ڪان ڪي ڇا لڪائجي، ڪنهن چيئي ڪيمرڪي؟

جيڏي ڪٿي ۾ ڪنهن هئي اُن راڱئي متڏر،
جو سرت ٿي سجاڳ، ويندا نہ ننڍ هُوڙجي؟

۸۴/٦



تارنج شعاع ڪري ۽ ڪا شي چمڪي جنهن ڪوهيري ۾،
سون کي ڏسي ۾ تون اِئن آئين مانُهن جي ميڙاڪي ۾!

توکي سينگارڻ چاهيو سون پنهنجن سهڻن سپنن سان،
نڪريو تنهنجو ڪُي سينگار مگر منهنجي هر سپني ۾!

نيريون نيريون اوچايون ۽ روشن وسيتون انبر جون،
سارو ڏينهن عقاب آڏامي نيٺ لٿو آکيري ۾!

مان ٿڪجي، وڻ جي ڇايا ۾ ويٺس منجهند مهل اچي،
جهانڪيو رات جي سناٽي پٺي ڏينهن جي هل هنگامي ۾!

ڪامي ڪامي سا به وساٽي، هٿي جا هڪ ٽي ميڻ بتي،
منهنجو پاڇو پڻ پرڪاش لٿو سيڪندو رهيو انڌيري ۾!

پوندين منجهه تري تو پوءِ ڇا؟ هنيج ته آخر رهندو هنج،
اوچي "شيام" اڏار پرندو آڏندو انبر آجلي ۾!

٨٣/٤

○

فضا خاموش، ٻوٽون پهر، چپ تارا، اڪيلائي،
مٿي دل! تو کي سڏڪڻ کان هيءَ ڏي ويل هٿ آئي؟

وڃائي بنسري ڪنهن پئي پريشان، ٻرلاءِ پوندي ڏي،
ڀڳن جي دائري ۾ ڦٿڪندڙ دل جي آداسائي!

هٿي بس منهنجي دل ۾ روح پرور ياد تنهنجي ڏي،
ستارن پوءِ ٻه پوئين رات چٽ ۾ چڻگ چٽڪائي!

آئيو ائين سڀون، منهن تي مسڪراهٽ ڦهلجي ويئي،
مگر مون کي ڏسي هٿن، چاڪون پرجي تنهنجي دل آئي؟

ڀڳن جا راز چمڪائي ويو سينگار تنهنجو ائين،
نکاري چندرما جو عڪس جئن پاڻيءَ جي گهرائي!

ڪيا ڏو ماڪ جي ذرڙيءَ سان ظاهر راز راتين جا،
ميٺي سرهاڻ سواسن ۾ ۽ هيءَ چهري تي سرهائي!

جڏهن پيءَ روٻرو آئين نظر سڀڪجهه نئون آيو،
نئين نت تنهنجي گهٻراهٽ، نئين نت تنهنجي ڀنهنجائي!

لڇي پئي ڏينهن پر سنڌ ۾ هنر ڪپڙن کي ڦهلائي،
ستارن کي چمي، ٻاڪر ۾ لاهي رات کي آئي!

٨٣/٤



ڏسي گلاب سرهُ ۾ ٽڙيل خوشي ته سري،
مگر پتين ۾ ڪنمي ۽ جهڪي سڳنڌ لڳي!

وَڏي وڏي اهي پاڇا ٿي رات تي پوندا،
هنئر وڏن ٽا ته تذڪار ٿي وڃي تن جي!

انڌاري رات جي چادر ۾ پاڻ کي ويڙهي،
لڳي انهن ٿي جو جمنا، تي چا جي لاءِ لڳي؟

انهن ٿي چوهه پريو مينهن جو پيو ڇيڇڪو،
وڏي گلن کان ٿي خالي ٿي مُرڪڻي جهوهي!

ڏٺا خوشيءَ جا هجن يا غميءَ جا، ڀاري رک،
جو ڪنهن بهاني ٿي، اوندهه ته ذهن جي گهٽي!

پلي مون پريت کان دل، پر ڪٿي جي گڏجي هُو،
خيال ايندي ٿيس، پاڻ کان ٿي پاڻ شڪي!

الاڻي ڪهڙي گهڙيءَ آن مان ”شيام“ نڪتاسين،
وطن ورڻ ته چا، سرحد ڏسڻ نصيب نه ٿي!



سخت سيارو سج سامهون پـڻ سارو جسم ڪنبي ٿو،
پڳتان منهنجو پاڇو پيٽ ڪي چنبڙي ڪٿن نہ پوي ٿو!

ڪـالـهـائـي مهمانُ هنئر آ ڏسـوپـي لاهـي ليٿيو،
ڏس تہ سنڌس ڏي ڏوپـيءَ هيئان ڇـين ڇـين ٽيڏو ڪري ٿو!

سفر حياتـيءَ جـو هئن لنبو ڪيڏو، پنڌ اڻانـگـو،
گهر کان دفتر، دفتر کان گهر، بابـو روز ڊڪي ٿو!

بس ۾ ڪاليجي نينگر سـان گـڏ ويٺل هڪ سـاڌو،
ڪڙڪيءَ مان استاپ لٺہ شايد ور ور ڏڏي ڏسي ٿو!

سانده برساتين کان پـوءِ اڄ نئين نڪتو سج آهـي،
سامهون پٽ تي ويٺل ڪانءُ بہ سهڻو ڇا تہ لڳي ٿو!

ڏينهن تئي جو جهنگل اندر ٺڪ ٺڪ ڪاٺ ڪٽئي جي،
سـاڻ سـاڻ آواز ڪهاڙيءَ جو بہ مگر پڌجـي ٿو!

ڪٿن نـہ ڇمن جـي وڻ هيئان بي فڪرو بيٺو آهين،
گهڙ ڪو سر جو خير، مٿي ڏس طوطو چمون ٽڪي ٿو!

٨٣/٨



ھتن رڻ پٽ جي سخت سفر تي نڪتو آهين ڏينهن تتي ۾
جي پيو ڪجهري ۾ ڪٿين هوا گهر مان ڪنهن هڪ پيٽ جي پاڇي کي!

شايد شام جا چار وڳا هئا، آيس پٺي تو ساڻ ملڻ ۾
منهنجي پاڇي سان ڏڪندڙ پيو ڪو شخص اچي ڪنهن رستي تي!

بجلي وئي تہ ميڻ بتي لئہ هڪ ٻئي جي گهر پهتاسين ۾
رستو پار ڪندي اوندهہ ۾ ڪونہ ڏٺوسين هڪ ٻئي کي!

رات انڌاري آهي پوءِ بہ ڏسجي ڪين ٿو اڄ ناهي ۾
تارن هيٺان ڏنڌلو ڏنڌلو ماڻهن جو تو ميڙ لڳي!

هن اونداهي ڪنڊ ۾ جو پيا ڪي هيڪل پائين ٿو؟
سڏ ڏي شايد پيو بہ هجي ڪو ۽ سڏ جو ورجاءُ اچي!

جيئن ۾ جهاتي پائڻ ڪاڻ جهروڪو پڙهين هوءَ بہ ڪو؟
ڪيئن چوان تہ ڏيئي نہ سگهئين، جو هوا ڇڏيا سيپ در ٻوٽي!

بعد تہ گهٽا آونهي اونداهي، پر جو آن مان تي موٽيو ۾
جڳ تہ ڇڏيو پر پنهنجو پاڻ بہ هن کي ڪجهہ نياروئي لڳي!



هن ڏي وڻ جي ڇانگيل ڏاري،
پنهنجن پرسان ڏاري ڏاري!

سج جي پرتو ڪان جَرَ جرڪي،
سَرَ ۾ آو نهي آهه انڌاري!

شام آداس سنيارن وچ ۾،
شاهه جي وائي ڪنهن جهونگاري!

بند شهر جو هُلُ هنگامو،
رات جو هاڻ ته پاري پاري!

روشن ڪمرو، اڱڻ اونداهو،
وچ ۾ اڪ جي اڄ وچ جاري!

"شيام" صبح جو مُشڪئين اُڏن پئي،
چڻ تو سک جي رات گذاري!



ويچار کو ٽڪرايو اچي دل جي ڏَهَنَ سان،
جهٽڪي سان لنگهي ويئي هوا وڻ جي پنن مان!

آڪاس ۾ ڪڪريون، ڪي پڪي ڍنڍ ڪناري،
ڏس دل ۾ ؟ پيچ پوء مڙي پنهنجي اکين ڪان!

سڀ جايون سڄي بلاڪ ۾ جايون ٿي لڳيون ٿي،
هڪ ماڙي نهڻ سان ٿي پي هرجاء جهڳيءَ جان!

ويساهه بڻان هوس، اِئين سور تہ آهي،
ويساهه وچايل وري، پاڻي تہ سگهيس مان!

ڪنهن مورتي ڪيرائيي، ڏنا ميڙي مون ٽڪرا،
آئي نہ نظر مورتي ڪا مورتيءَ ڌاران!

فوٽا بہ تہ ڏندلا ٿي ويا هاڻ يتين تي،
تفصيل ڏسيا تو ٿي ڏسي جهور نظر سان!

سوڙهو جي ٿيو دائرو آفاق جو پوء چيا،
پيريءَ جي نظر! آپ بہ ننڍو آهہ اگي ڪان!



ڪيڏي موهڻي پريم جي مايا،
ساڻ سدائي ڪنهن جي ڇايا!

عشق ٻڌيو سنسار سو ڪهڙو؟
حسن سوين سنسار سجايا!

ڪايا ڪيئن نه بدلجي ويئي،
مون نه خيال جا ٿهه بدلايا!

اک کي لهس ڪتان هئي آئي؟
سپنن جا هئا گهاٽا سايا!

ڪنهن جي ڪنڌ تي ڪنهن جو ڇهڙو،
ساڻن اڄ اُن ڳنڍ لڳايا!

مون کي رڄ لڳي هئي دنيا،
پر تو سمجهي رام جي مايا!

پورا ٿي ويا راڳ پراڻا،
ڦري نه نوان ڪي سُر ۾ آيا!

– ٤/٢٧٤



ڪيترا رستا ۽ ڪيترا موڙ هُئا،
ايندي گهر تائين ڪٿين چڪر لڳا!

آرسيءَ آڏو رکي ڪا مهل پيٺي،
پنهنجي مُنهن جا رنگ ڦرندا مون ڏٺا!

هي اکيون، ماٺيون اکيون، مرڪز هيون،
جنهن جي چوڌاري آيا طوفان هئا!

ڪي به ڳالهايو نه تو ٿيا مون، مگر
ڳالهه جا نڪتيءَ نه وسري ٿي اڃا!

روشني ۽ رنگ جهڙي دنيا وسيع،
جي اکيان هونديون، ڏسي سگهندس نه سا؟

مون ڏسي توکي، لکيو ليڪن هيتر
هي پڙهي مون تي ٿي لکندا ڪي ٻيا!

سونهن وينگس جي، مٺي ڪوئل جي لات،
واٽ ويندي ڪنهن ڪڏهن ماڻي به ڇا؟

رک وساڻل رات جي باقي رهي،
صبح ڏوٿيون ويا ڇڏي جو ڳهٽڙا! ٨٤/٤



آسته چپ چاپ آئي جي آهه تارن کان ٿي نوراني،
ڪٿي بس ٿوڪڻ ٿي هن خلا ۾ رنگ افشاني!

ڏسي هي حال شايد آڳريون ڏندين ڏنيون اٿئي،
مگر مون ڪي ڏني ايندڙ جي سوچن آهه حيراني!

هٿي پي ۽ پوءِ پي گهٽي نه پاڻي مون گذاري جي،
لڳي دل کي رهي ليڪن حياتيءَ جي پريشاني!

غمن گهيريو اِئين مٺجي ويو احساس راحت جو،
بهار آيو ويو پر نه ويئي دل جي ويراني!

خدا وسريو، خوشي ويئي، اگهائيءَ جنڊڙي جهوري،
هٿي بس تنگدستيءَ جي ڪري بي نُور پيشاني!

ويتر گهر کان مسافرن تائين ويندڙ واٽ تي ڇا ڪان
نه وسهائين، نه مرضيءَ سان هلڻ جي ڪا ٿئي آساني!



ڏٺو مون چنڊ ڪڙيو سج لٿي کان پهرين جو،
چيمان هي چنڊ جو اوندهه ۾ رات جي نِڪتو!

چپن تي رات جي چمڪي ٿو ڪٿن نه چنڊ اچا،
جيئن ۾ آهه اچا سونهن جو اثر ڪيڏو!

ڪنوڻ نه ساڳي، نه ساڳي وري ڪنوڻ جي ادا،
ڪنوڻ جڏهن به ڪِنوي مون اکين ۾ مرڪيو هو.

مون تنهنجي منهن ۾ ڳلن جون نزاڪتون به ڏٺيون،
ڳلن مان اڄ ته ليا پائي تنهنجو چهرو ته هو.

ڪلهن تي تنهنجو رکي سر مون سک ڪيو حاصل،
ڪلهي تي تنهنجي رکي سر مون دک ڪيو هلڪو!

الائي ڪهڙي ٻهاتي اسان جو ساٿ ٽٽيو،
اِئين ٽٽيو ڄڻ ڪي رهي شل ڇٽي نه ساٿ اهو.

هئي ته "شيام" فقط هڪ گلاب جي ڪونڊي،
تڏهن به گهر جو اڱڻ پاڻ جهڙو باغيچو!

٨٤/٥



مان تہ هڪ يادگار پيڙهين جو،
تو چتائي مون کي ڪڏهن نہ ڏنو!

ٻوڙندو ٿي رهيس تلا شيندو،
من ملي ڪوئي هند بيهڻ جو!

مان سمجهي پڻ سگهيس نہ ننڊ ڪري،
اک لڳي، آيو جاڳ جو سپنو!

زندگي اڻ ڳڻيون تقاضائون،
حاصلاتن جو پل شمار نہ ڪو!

موت جو فڪر سربسر بيجا،
ڪنهن حوالي ٿيو پوءِ بہ ٺيڪ لڳو!

رڻ تو وجهلي سڄو پڙاڏن ڪان،
ايڏو ڪنهن جي صدا ٿي پئي، ڇو؟

جي ڇيڙيم لفظ سي سڀيئي ڇيڙيم،
پوءِ بہ مفهوم ڳالهہ جو او ڪو؟

پچا تہ هيڪل وسوڙي "شيام" حيات،
دل سڪي ڪنهن جي سات لئہ ڪيڏو! ٨٤/٥



ڳيت جو سُر ۽ لئي جي سمجهون،
ڳايون پريت جو ڳيت ۽ جهومون!

سونهن ڏني ساڪار جو تو ۾،
عقل ڇيو ڇڏ سڀئي سوچون!

لڄ کان هڪدم نيڻ جهڪايم،
ڏسندي منهنجون تکيون نظرون!

پيار ڏنو، سنتوش ڏنو تو،
تو مان ڪيڏو سک پاتو مون!

هانءَ تي هلڪي تون گل وانگر،
ڪيڏيون ڳوريون نظرون تنهنجون!

پائي ڪنهن جو ساٿ سهانو،
اي من، اي اک، ڇا لئه ڀٽڪون؟ ٨٤/٥



اينديون پير ٻه چمنديون لهرون،
واري ڪين نديون پيرن هيٺون!

ڦيٽن تي هيءَ گهمندڙ دهلي،
هلندڙ آپ کي پاڻي رهندو ون!

پيگل مورتين تي گل چاڙهيل،
کهڙيون ڳالهيون وشواسن جون!

سڀ تم سڙيو پڻي پٽ تي پرتان،
منهنجي هانءُ ۾ پوءِ جون ليڪون!

حاشيءَ ۾ لفظن جي معنا،
ڪي سمجهيئه ٻه ڪتاب پڙهن مون؟

پوز بڻائي بت تي بيٺين،
پاڻ چپايئه ڪيميرا ڪون!

ڪيڏو اجلو نيرو آپ هئو،
ڪڙڪيءَ مان جو ”شيام“ ڏٺو مون!

٨۴/٦



ڇُٽي زندگي رڃ جي ريٽ ۾ جان،
لُڙهيس جنهن جي لهرن ۾ ڏينهن رات مان!

اِئين اوچتو رات جي شانت ۾،
آئي ڪُوڪ ٻَن جي هيٺ هانءُ مان!

اوهان جي مٺي گيت جي تال تي،
اڙي گوپيو، ڪيستائين نچان؟

هوائُن ۾ ڀٽڪي ڪيئي پئي تلاش،
گهٽو هيٺ گل جون جڙون واس ڪان!

فقط آگرين سان ٿي ڳوليائين حُسن،
پيو عشق انڌي جي لئه ڇا ڇوان!

ڪڏهن ”شيام“ ڪنهن پيءِ جي ڳاتو ملهار،
سدا دل ۾ احساس جاڳيا نوان! ٨٤/٦



توکي ڪيتريون ڪيم پنهنجي دل جون پارتون،
تنهنجون هئي نزاڪتون دل جئي لاءِ سيکتون!

پنهنجون ڏي جکايتون پاڻ سان شڪايتون،
پاڻ سان محبتون پاڻ کان ئي نفرتون!

ڪئن نه ڏي پيون چئيون پنهنجي ئي نگاهه ۾،
ڪوڙ جي وڏاءَ سان ڪوڙ جون حقيقتون!

اک هجي، نظر هجي، پوءِ به شرط ڪو ڏسي،
پاهڻي حقيقتون سخت چهره صورتون!

ڪنڌ پيي ڪلهن تي هئو، ئي سگهيو به ئي متي،
پر ڏسن گراوٽون، سر جهڪائي غربتون!

دل ئي دل ۾ پئي گهٽيئه منهنجي راهه تي هلي،
پوءِ به منهنجي چال تي تنهنجون هي ملامتون!

ئي اتي ئي آس تکي ۽ اتي ئي چانو ئي،
اي نظر، اهي هيون ڪنهن ڪکر جون حرفتون!

٨٣/٦



ڇڱانَ سمجهه سمجهو مون جيئن سلسلو،
وَتَم داستانن جو مبهم مزو!

هڪڙي گهر ۾ گهر جو هيس مان ڪٿي،
رَسيءَ تي سڱاڙن وڏل جئن وڳو!

جتي پي هئيس، مان هُيس بي وجود،
الاهي عقيدت جو هيءُ معجزو!

سچائيءَ نه ماڻهوءَ جي آهي هيئڙ،
ڪڏهن وڻ ۽ وڻ ۾ وڏو فرق هو!

نچڻيل پنکڙيون پٽ تي پکڙيل هيون،
بصر جون ڪلون ميز تي، شام جو!

هوا جي اشاري نچيو ڪک نه پئي،
هُو پنهنجي ئي مرضيءَ جو مالڪ تہ هو!

اچي جئن پياسين تڪي بخت ۾،
ڪري در تي ٺڪ ٺڪ تو رخنو وڌو!

خيالاتيءَ جا ڦيٿا تہ ڦرندا رهيا،
تہ ٿيو پر نہ ٿيو ڪجهہ بہ طي فاصلو! ٨٣/٦



شام جو وڌندڙ هٿي اونداهه گهٽي ،
روشني پرندڙ ٻنهين جي پٺي وڌي ؛

ڇا ڪيو هنگامو رنگن هئو ڪٺي ،
ڇپٽ ڇنيو ويو سانت جي صورت ٻڌي؟

'هان اڄها' چوندي ٿو ڪوليو در اچي ،
ڳل ۾ ٿي جهوهي منجهان پڻ پيا ڇڻي ؛

ڪڙڪيپتا هانءُ ۾ چمڪڻ لڳا ،
جڻ ته مشڪيو مون ڏي پيهر اک ڪڍي !

گهاو اڳ ۾ ، ياد گهاوڻ جي هڻڻ ،
پيڙ رهندي ٿي اچي ٿوري گهڻي !

ڪڪڻهن جي سهڻي جسم تي پوندي نظر ،
دل جي اونداهه "شيام" پاڪيزه ٻڌي !



ڏسي مون ڏي رکي رکي مشڪيو،
نہ پڇي پڻ وري تو پڇيو!

هڪ طرف مون ڏي خود وڏي آئين،
ٻي طرف مون کي پاڻ ڏي تو ڇڪيو!

موڪلائينہ ڳرائڙي پاڻي،
موهہ ڪيڏو اکين ۾ آڻلي پيو!

ڇا هو آيو نہ ياد ڪندي،
ڪي وساريي بہ ڇو نہ پئي وسريو؟

مون کي ڇا ڇا نہ پئي سڏيو ماڻهن،
نہ سڏيو تونئي مون کي اڄ نہ سڏيو!

نہ ملڻ جي ميار ڪيئن ڏيانءِ،
پاڻ کي پاڻ کان مون ڌار رکيو!

جلي آخر ڏيو وسائو، پر
تيستائين تہ ڪئن نہ پئي ٽمڪيو!

ڪيتري پرسڪون باک ڦٽي،
اڄ اکيون کولي ڪو سمهي ئي رهيو!



اڄ هلي اڄ اٿاهه ساگر ڏي،
ڏس اڇي بيڪنار ساگر کي!

مينهن ڇڇڪا ڪري وسيو ڪيڏو،
صرف ڏسجي ٿي جهاڳ ساگر تي!

جوش مان جي ڪناري ڏانهن ڀڳيون،
موٽي اپنايون لهرون ساگر سي!

گونجندا مندرن ۾ ”شيام“ رهيا،
ڇڏيا ساحل تي شنک ساگر جي! ٨۴/٩



ڪٿي چوان تصوير هئو هوبهو تنهنجي هئي،
پوءِ ٻي تصوير سا هر طرح تنهنجي لڳي!

ماڪ جن گل تان چڪي، پڇ انهن کان سواد جي،
مون تہ پيتا لڙڪ هئا جي ڳلن تان پيا ڳڙي!

منهنجي هر احساس ۾ سار پڻ شامل رهي،
ڪنهن نظر، ڪنهن روپ، ڪنهن مرڪ، ڪنهن
آواز جي!

ها، گڏيا هئاسين اسين ڪنهن سفر ۾ هڪ دفعي،
ياد آيو اوچتو تنهنجو اڄ فوٽو ڏسي!

مون چيو هٻڪي: مون کي هينئن ڪرڻ گهربو نہ هئو،
تو چيو: ڇا ٿي ٻيو، پر وئي ويئين اچي!

”ننڊ تو پڻ ڪجهہ ڪئي يا رهئين اُئن جاڳندو؟“
”تنهنجي سر هينان رکي ننڊ منهنجي هٿ ڪئي!“

ڪوئي آيو ۽ ٿيو ملڻ ۽ ملي موٽي ويو،
پوءِ جا محسوس ٿي تنهن جي ناموجودگي!

جي ڏنم توکي ڪڏهن آرسي ۾ ئي ڏنم،
مختصر محدود ٿي ”شيام“ منهنجي شاعري!



رستي جي پر، وڻ وڻ هيٺان سُس پُس ڪري هوا،
اوسي پاسي توڙي اهڙي ڏسجي پڇهر نہ ڪا!

دل جا دڪڙا اورڻ نڪتين آخر اِئن ڪنهن سان؟
ڪو گهر ۾ ڏي ناهہ تہ پاهر هوندو ڪيئن پلا؟

چُپ چُپ من کي ويڙهي ويٺي آهہ اُداسائي،
اِن ڏُکئي خاموشيءَ جو ڪو ناءُ نہ آهي چا؟

هاڻ اُنهن جي پاڇي ۾ پڻ ڪانہ ٿڌاڻ رهي،
ڪجهہ پائڻ لئہ آس ۾ لُڪ ۾ جن ٿُسي پنڌ ڪيا!

ملڪ ۾ ڪائي مارئي هاڻي شايد نہ پيي ملي،
پوءِ بہ سچي سڪ جي لئہ ساڃهہ ڪا بي آهي چا؟

ڪي ٽانڊاڻا "شيام" اُڏامي منهنجي جيءَ منجهان،
رات انڌارن ٻُوڙن ۾ جهرمر لائي بيٺا!

٨٤/٩



اُيڪانت يا ڪ سارَ سکِّهيئين ڪينَ جا سهي،
ويٺي اکين مان لڙڪ ڇو آيئه اِئين وهي؟

اُهڙو تہ خير ناهي ڪي دل کي نہ جو وڻي،
پر دلڪشيءَ جي ڳالهہ اکِوڙي ڪٿي رهي!

سَچ پَچ مَ ڪُثيَ تہ مون 'نہ' اکي پڻ ڪٿي هٿي،
پر تو ڏٺي تہ شڪل، جا سچ جي هٿي ڏهي!

روڪيئہ غلط هلڻ کان نہ ڏوڪيئہ ڪڏهن مون کي،
پر منهنجي لئہ قدم تو هميشه کنيو صحيح!

اچُو ڀو ڪيئن؟ گهر کي سجائڻ اِئين لڳين ٿي،
سينگار جو خيال بہ دل تان ويئہ لهي!

سيني جو آهَ پاڻ ڪيو "شيام" تو کِلي،
کنهن کان خوشي مليئہ ڪ سا آئين ڪٿان لهي؟

٨١٥/٩

○

رهيس تولئہ قرباني شخصيت مان،
مون کي ڪاش پاتيو تو هڪ آدمي جان!

ڏسي آرسيءَ ۾ تو اڄ مسڪرايو،
هجي جئن تہ ڪو موڪلائيندو ڪنهن کان!

لڳم، جڻ سندءَ گرم سواس ڇهيو پٺي،
ڪٿي تنهنجو فوٽو لڳايم چپن سان!

نهاري نهاريم وري پي نهاريم،
اکين ۾ هو تنهنجي نئون ڪي تہ هونءَ کان!

چون لاءِ چپ چوري چوري بہ چپ هئين،
جهڪايم نگاهون هٽائي چو مون تان؟

ڀلا ڇا هو اڳ ۾؟ اڳيان ڇا کي ايندو؟
جوابن لئہ سوچيان؟ سوالن کي سمجهان؟



ڇڪي گهونگهٽ تو منهن ڇپايو پئي،
هيئن پنهنجو هٿ جتايو پئي!

هونئن نيڻن تان بندشون لاهي،
سُونجهه من جي ذرا مٽايو پئي!

دل تي ڪيڏي نه سونهن لهر ماندي،
ڪا ته صورت سندس بڻايو پئي!

ناچ سان، راڳ سان، ڪي رنگن سان،
ڪي گهڙيون زندگي سجايو پئي!

ناد انهد جو گونجندو ازخود،
گيت ڪو سُر ۾ لئي سان ڳايو پئي!

خواب آئنده جا ڏسڻ وارا،
ڪاش، ماضيءَ جو سڏ آنايو پئي!

ڪٿن ڏسيان چاهي روح سنڌيءَ جو،
روح کي روح سان ملايو پئي!



صورت جون رنگتون ۽ محبت جون صورتون،
هِن هُن ۾ فرق جون ڪو سچائي نفاستون ؟
جڳ ڪان لڪي ڪيائون غفائن ۾ بندگي،
ليڪن پتهن چٽين تي جي رنگين مورتون ؟
ڪوٺا رڪ ۾ ڏنيون مون، ڪچورا هئو ۾ ڏنيون،
هر گهر جي زندگيءَ ۾ مگر هي جي عورتون ؟
هر هڪ آئيو سوال ٿي اخلاق جو، مگر
ويٺيون ورائي ويڙهي حواس جون لذتون !
دنيا انهيءَ جي لاءِ هيٺس "شيام" جيڪڏهن،
آهيان انهيءَ ۾، پوءِ ڇو آن سان بغاوتون ؟



چنڊ آڱڻ ۾ چڙهي، بند ڪمري ۾ اچي،
پاڻ کان هر هر پڇيم: پاڻ کان سگهندين لڪي؟

روشنيءَ کان پوءِ ڇا؟ نيٺ اونده آهه ڇا؟
ذهن کي ڏنڊلو ڪري رات اِئن رمندي رهي!

ڪيتري گهري نظر ڪجهه نه ڳولن ٿيون اکيون،
يا لڏي آهي اُنهن ڪاڻ دنيا سوچ جي؟

هيٺن پيچي پاڇن پنيان پاڻ سان پاڻيءَ نه ڪڻ،
ناهه ڪا ابدي خوشي ڇو ٿو جهورين جندڙي؟

پيار ڪمري ۾ اچي ساٿ ۾ نڪري ويا،
ميز تي اِئين ئي رکي چاهه تنهنجي ٿي ٺڌي!

ڪنهن پيچن ڳاتو اِئين دل گهٽريو وندن ڪريان،
ديوتا ڪوئي نه هئو "شيام" بيٺس هٿ ٻڌي!



آءُ نسڏاهي جنا ڏ واز ڪُلي پيا،
ڏُک وٽ سک جا جھُول جھلي پيا!

خالي دلُ، ويران نگاهون،
ويٺي ويٺي نيڻ ڇلي پيا!

پير نه وهاري ڪلي پڇيائين:
اڄ هن پاسي ڪيئن ڀلي پيا؟

سچ ته گهونگي ڪين ڏکيو پئي،
تارن هيٺان راز ڪُلي پيا!

لڪندي هڪ اڌ خال ڇڏيو مون،
آن تان جو افواه هلي پيا!

گرم هوا هر رولو ڪئي ڪريون،
ڏينهن ٽٽي پاڇا به ٽلي پيا!

پنهنجي منهن سر ڪيالهايم پئي،
پير وارن جا وات ڪُلي پيا! ١٠/٨٤.



ڏرم جي ايئن وجود آهه جئن پاسي،
امن پيراڻن ۾ ڏنل ڏنڊ ڪٿا جئن پاسي!

حال آهستي ڏسيءَ پنهنجي تماهي جو پٺيءَ
هاءِ سڪين سان پريل نرم هوا جئن پاسي!

شور ئي شور هو مفهوم نه هو لفظن جو،
گونجندي راڙ ڪرڻ سان غُفا جئن پاسي!

رات سنسان ۾ اڄ چپن جو احساس ائين،
بند تقرير ٿيڻ بعد فضا جئن پاسي!

شانت احول مگر پوءِ به چپ چپ هر ڪو،
”شيام“ سانڍي وڃون ڪنهن گهٽا جئن پاسي!



دل ۾ پياوَ ماڻيٺا ڪنهن جيٰ روپ جا ڳايا،
روپَ هي نگاهن ۾ ڪهڙي پياوَ چمڪايا ؟

بس ُچپن ۾ مُرڪيٺ پئي مون ڏي نهاريٺ پئي ،
زندگيِ جا مونجهارا مات ۾ تو سُلجهايا !

رات مُدّتن کان پوءِ دير سان گهر موٽيس ،
چانڊوڪي ويا در تي ڪنهن جي سار جا سايا !

راتڙيِ سهانيِ جي سونهن تي جي گل ڦهڪيا ،
سي ٿي رات کارِيَ جيّ چڻ سُگند تي آيا !

صرف هڪ ٿي تاري ڏي رات ڀر نهاريندي ،
تو خيال پنهنجا هئا ڪيستائين ڦهلايا !

رات گذرندي ويٺي ويٺي شانت مَيه ٿيندي ،
هير گَندگُداڻيِ پيٺي آن جي سانوري ڪايا !

ڪهڙي سوچ ڪارڻ ٿيو ورن ورن مُنهن تنهنجو،
آس ء شاخ جي وچ ۾ گل تِي پاسا ڦيرايا !



هيرو صراف جي گولا ۾ هٿون هٿ هلندو،
نيٺ لهندو ۽ وڃي مٽ ۾ آنهيءَ جي پوندو!

نند تارن کي، نہ دريا کي ملي وينساهين،
پاڳ ۾ جاڳ هنن جي، ۽ هي هلندو رهندو!

ڪنهن بہ ساحل تان ڪڏهن ڪونہ ڪوموتي پاتو،
لهي پاتار ۾ پوندو جو آنهيءَ کي لڀندو!

جا وري ياد پئي سا تہ حقيقت هوندي،
وسرندو، وسري وري ياد نہ سپنو پوندو!

پير هلندڙ نہ کي بيٺل ٿي ڪٿي پير ٽڪل،
جو وٺن مان ٿو وڃي ڪنهن کي سو رستو لڳندو؟

ميهن ڪٿ، ماڪ ڦڙا، لڙڪ بہ آخر پاڻي،
جو ڦڙو موتي بڻيو سو تہ نہ پاڻي بڻندو!



تَنهن تَنهن ورائــي هوند ڏِنّهن اندڪار جو ،
صد رنگ روشنيءَ جي آنهيءَ پرده دار جو !

اِئن رنگ رنگ ڦول وٽن ۾ ڏڙيل لڳن ،
نيالو جدا ليڇيءَ ۾ لڪيل ڇڙهن بهار جو !

پوٽي پڙهي پڙهي به ته ڦاٽي پيا پنا ،
ٿورٽي جو هو ڪتاب ته نبي سمجهه پار جو !

آڪيرو جنهن پکيءَ لئه غزل لئه رديف آهه ،
هي ڇيههه بيت بيت جو، هُو هر آڏار جو !

حاصل نه ٿي سگهي، جي خوشي پيار جي ڪڏهن،
ساري سچار پوءِ به آنت هو پيار جو !

٨٤/١٢



راهيءَ ڪوبہ نہ اوپرو ڪو،
رستو هيءُ ڪيڏانهن وڃي ٿو؟

چائين چائين موت بہ ايندو،
ڪوئي حوالو نيٺ جيئڻ جو؟

جاڳڻ چاهين جي ننڊ نہ آئيئہ،
سپنن ۾ پڻ جاڳڻ ٿئي ٿو!

ڪالهہ جهازَ ڇڏيو- هوءَ بندر،
سواد سارِ جو ڪيڏو کارو!

ڪَهريون ڪَهريون نرم نگاهون،
هي اوپرو، هيءَ آسانڱو!

تنهنجي ڳاهي ڳاهيءَ آمد،
پاڻئہ ڏهي ويو ڏيئي محفل جو!

ساڪ جيان اڄ رات جو آئين،
تون ٻيءِ نڪتين سچ ٻيءِ نڪتو!

ڏک تہ حياتيءَ ٻَر جو سائي،
۽ سک ڏک جي اڳيان پٺيان هو!



تنهنجي هيءَ مانڊ، تہ ديوار نہ ڪا جڳهن ياسي!
مرڪ سان اڄ تہ نہ ڍ هندي، ٿي اها جڳهن ياسي!

رات جي سانت ۾ سنگيت جو احساس اٿين،
ناچ جي بند ٿيڻ بعد فضا جڳهن ياسي!

روپ شڪتيءَ جو، لڳين پوءِ بہ تون وهم پري،
وڇون سانڍيندي بہ سيتل ٿي گهڻا جڳهن ياسي!

ڪنڊ نيڻڙايو گلن ماڪ ڦڙن جي باعث،
اهڙو ٿورو بہ ڪٿي پياري خطا جڳهن ياسي!

صبح جي ويل ڪڏهن شوق وڇان وات ڀڃي،
سواد ورنڌ بہ تہ ٿي آس ۾ هوا جڳهن ياسي؟

ڏوڙ مان آهہ آٿي هل تہ هماليہ تي ڏسون،
ڇا رشهن هو ڏنو ۾ "شيام" تو ڇا جڳهن ياسي!

٨٤/١١



ڪارگر ڪنهن ريت آئينو ٿئي،
مون کي منهنجو چهرو ڏيکاري ڏئي!

پنهنجي آئندي جي گهٽين ۾ گهري،
ڪوئي ماضيءَ ۾ پيهن جي ڇو جئي؟

هر ڏئي جو هڪ الڳ آهي وجود،
گرچه روشن هو ڪيو آن کي پئي!

آهه بخشش لب مئيءَ جي صرف، پر
جي ٿيءَ جي راهه ۾ ڪوئي ڏئي!

"شيام" هٿن موزونءَ تنهنجي شاعري،
زندگي تنهنجي مگر بي قافئي!

٨٤/١٢



"شيام" پنن جي پيڙي ناهي، گيتن سان پري،
سونهن سنڌوءَ جي لهرن کي، من کا ويڙ تري!

بي معنا ڳالهايم پئي، پر ڏيئي ڌيان پڌ،
با معنا هر ڳالهه لڳم تنهنجي اِن ڌيان ڪري!

تنهنجو يا توسان گڏ گهاريل پل جي وقفي جو،
سپنو لهندي يا سوچيندي اج پڻ خوشي سري!

سچ ته پڙاڏي ڪنس تان ڌ ڪندي ڏوڙ اُڏائي ايئن،
ڏ سندي، واٽ نئين تي ويئي نظرن کان ٽي پري!

کهڙي جنگ جو آهيان پوءِ به جيان توکهڙي ۾،
مان هلندي پهتو آهيان ڪٿ پويان پير ڪري؟

هي ته حيات ڏڙي جان، جنهن ۾ وقت وڏا گهارا،
واسينگن جان ڦڦڪارن سي جئن جئن واءُ وري!



مون تہ سمجھو ايندي دعوت عيد جي،
تو 'مبارڪ' سان مٺائي موڪلي!

منهنجي ڪڙڪي جيتري آڪاس ۾،
هيترا سارا آڏاٺا پيٺي پڪي!

گهري اونداهي هٿي چئني طرف،
تو ڏنو پاڇن کي چرندو پوءِ ٻيي؟

جي تہ بيحس ٿي جيئين ها ان طرح،
ڇا نہ ٿئي ها زندگي هڪ مٺوي؟

تانگهہ ڪنهن جي لئہ اها دل ۾ ڪتي،
ياد محسوسائي اڄ شرمندگي!

ڪنهن گهڙي گذري ويئل جي سوچ ۾،
اڄ تہ بينل واڇ جاڻ وئين بيهجي!

زندگي تنهنجي تي دلڪش طنز جان،
مرڪندڙ تصوير تنهنجي ٿي لڳي!

'شيام' کي شعرن منجهان سمجهي سگهيس،
توٽي جو سمجهيم نہ هن جي شاعري! ١/٨٥



ٻـادلن جـي چانڊوڻ - آس جي رانـد ڀرمايو مون کي،
'اڄ' ۾ گهمتاريون ڏيـاري 'ڪلهه' ۾ آڇلايو مون کي !

رات ڪر موڙيـا نـه ها، سورج ليو پاتو نـه هو،
ڪنهن اٽـاري هنڌ مـان ٻـاچڻ ۾ الجهايـو مون کي !

دوستڻ، تنهنجا دوستيءَ لئه ڪيترا ٽـورا مڃان،
تنهنجي ڳالهين منهنجي نظرن ۾ ئي ڪيرايو مون کي !

صبح جـو تـالاب ۾ ڪيڏو چٽو خـود کي ڏٺـم،
هير آهستي لـڳـي پڻي ڪٿن نـه ڌنڌلايو مون کي !

ڏنـد جي ٻير ڏيئي ترندي جٿن لنگهي ويئي ٻـَدڪ،
عڪس پنهنجو بس وري اڳـ جان نظر آيو مون کي !

"شيام" آهيان شيام ئي مان ڪين، پرڪجهه ٻيو بڻ ڪي،
راز هـي سپنن اڄـا اڄ رات سمجهايو مون کي !



شڀوالي ۾ وڃي گهنڊ ڪڏهن هوم وڄايو،
پنڊي گهنڊ جو آواز ڇو اڄ ياد سو آيو؟

هيو چنڊ به آڪاس ۾، رستي تي ٻڌي ٻيٺي،
ڏٺو پنهنجو به سايو مون ۽ سايي جو به سايو!

آهي صورتون، سپنن ۾ سمائي نه سگهيس جي،
انهن پوت تي اونده ۾ ۽ اوجهڙ ۾ رلايو!

ملي وات، پيرم وات جي هر موڙ جي سڌ پيئي،
مگر حيف قدم مون نه ڪو منزل ڏي وڌايو!

سڪل پن جي ڇٽي پيا تي مٿان پوه به وٺيا پٺي،
ڪڏهن دڳ ۾ پڪڙجي به انهن ڇين وڃايو!

نهاريو مون نه ڪنڊن ڪي ڏي ڇانگهڻ لئه ڇمن ۾،
مگر رنگ گلن جو ڏسي مون هٿ نه لڳايو!

سڃاڻيس نه مٿرا ۾ نڪي ٻرج ۾ ڪوئي،
پلا "شيام" ڪي ان هوندي به ڪنهن شيام ٻڌايو؟



مون نہ جوانيءَ ۾ هي تنهنجا انگ سڊول ڏٺا،
منهنجي تن من تي اُئن چانيل کي احساس هُيا!

توکي ڏسندي ذهن ۾ آيريون ڪئين ڪلپنائون،
توکي ڏسي به مون تہ ڏٺو پٺي پرين، الائي ڇا ڇا!

ڪنهن کي ڏسندي منهن تي نکرديءَ سک جون ريکائون،
سچ جا ڪرتا پيانءِ ڇٽي پئي بادل مان نڪتا!

ڪن هڪڙي اُئن منجي ويٺي تنهنجي فوٽو ۾،
مرڪ ميٺيءَ سان منهن تي موهڻي موهہ مڙهيل ريکا!

مشڪي اُئن مون ڏانهن نهاري ويهي ڳالهائي،
ڏهڪ ڏئي تنهنجي چپ ٽيندي، گونجي آتي فضا!

مان تو لئہ اج ڇا پيو آهيان، آهيان يا ناهيان،
تو ۽ مون کي سڀان سمجهندي ڇا ڇا هيءَ دنيا!
٨٥/٢



ڏسي ڪنهن کي ٿيي دل لڇي ڇو پئي،
۽ نظر خود بخود جهڪي ڇو پئي؟

پيار جهڙي هئي ته ڳالهه نه ڪا،
پوءِ به سيني ۾ دل لُڇي ڇو پئي؟

جيڪڏهن ڪا هئي نه مجبوري،
اُئين آپ ڏانهن اک کڄي ڇو پئي؟

ڪيلي توکي ڇيم ته سچ ٿو چوان،
اندر اندر ئي دل سُسي ڇو پئي؟

ڳالهه ٿي درگذر ڪئي به وڃي،
ياد پئي ته هٿن ڇڏي ڇو پئي؟

زندگي ”شيام“ زندگي آهي،
ڇا پڌايان، مون نيٺ جئي ڇو پئي! ٨٥/٣



دوست، جئن سونت ۾ تو ڪيڪاريو،
'پاڻ کي تو لڳان ڏاريو!'

مان تہ اڻڄاڻ ساز جي سُر کان،
بس ڇهيم ٿي تہ تار جهڪاريو!

زندگيءَ لاءِ شاعري ڪهڙي،
زندگيءَ زندگيءَ کي اظهاريو!

ياد ساڻ ياد اٿن وٺي جڙندي،
وقت شايد ٿئي گهڻا ميساريو!

باغ جي ڪنهن مهل منجهند جي،
پوڙ هڪڙي ٿي پئي تہ گونجاريو!

"شيام" وٽ کي ڏسون ذرا ڏوڙي،
چاڪون ڪويتا اڃا نہ ڪونجاريو!



اڄ به ڪالهه جان پر هه ڦٽي آهي ،
پوءِ به آن ۾ ڇا تازگي آهي !

موت مساوي سچ جو ٿي نالو،
سچي مساوا تہ زندگي آهي !

ڪونه پاڻي ڪڏهن رهيو ساڳيو،
لهر هر وقت لهر ٻي آهي !

ڇو ٿي هر شئي نظر اچي ڌنڌلي ،
رات چوڏس جي هٿن چڙهي آهي !

ڳالهه ڪنهن جي نہ ٿي سگهي پوري،
صبح مان ٿيندڙي شام ٿي آهي !

جنهن ڏهاڙي به جا ٿڙي مڪڙي ،
ڪنهن نہ ڪنهن پوڙر سا تڪي آهي!

”شيام“ ان ۾ ڪڏهن تہ گل ٽڙڪيا،
مليو گلدان سوڪڙي آهي ! 85/4



اِجهو اُس پئي چنبڙي اِئن ڳُلن کي،
ٻُکيو چنبڙي جئن ڪو آڇم ٿڻن کي!

آسُوءَ جي آسُن ۾ ٿئي محسوس اِئن ٿيو،
هٿن سان ڏَکيو ماءُ پُٽ جي ڳلن کي!

ٻِڀِهرن جو چهو اولڙا آرسين جا،
شرارت سُجهي ڪا ٻِڀِر جي ٻِن کي!

سَڏ ڏِنُم سندري کي "مِٺي منهنجي مومل"،
ڪيُم ڪن ۾ روشن وساڙل ڏِنگن کي!

ڏِٺو گهرو آنند محسوس مَن ۾،
سنهاري حياتيءَ جي ماڻهل سُکن کي! ٨٥/١٤

○

نہ گل حقیت نہ تون حقیقت،
هئي حقيقت فقط نزاڪت!

اچا اڳاهون اچا اڳاهون،
نہ ڪاٿ منزل نہ ڪاٿ مُهلت!

سوال دلڪش جواب دلڪش،
ٿي روشني روشنيءَ جي برڪت!

ڏٺي آجاڳر ٿي بنادلن ۾،
هئي جا پلڪن جي پويان صورت!

نہ پير ۾ راڏا نہ هٿ ۾ بنسي،
نہ سمجهي ڪنهن ’شيام‘ جي ڪجهارت!

وٺيو ٿي گلدستو ڇا تہ دل کي،
اچي اُنهن ڪنهن ڇڪي جو قيمت!

ٻڌي، پڙهيو تہ ڇو ساهہ ايڏو،
نہ شعر جي اڄ ڪٿي شڪايت؟

۸۵/۴

٥٠

ڪلهه برابر چنڊ پورو پئي لڳو،
ڪيئن چوان اڄ آهه اڻپورو نه سو؟

ڇا هئي سايا ۽ ڇا هو سچ ڀلا،
موزتي ۽ ماڊل ۾ ان جو تو ڏٺو؟

روپ منهنجو هو جو منهنجي ذهن ۾،
آرسيءَ ۾، ان جي ڇو برعڪس هو؟

بيٺي اوندهه ۾ ڏٺم ٻرندڙ ٻٽيون،
پنهنجي دل کي پڻ ڏٺو مون پڇرندو!

منهنجي اوندهه ۾ ڏٺو ٻاري ويو،
پر نه هن کان مون سندس نالو پڇو!

ديپ‌مالا ۾ رچي گڏجي سڀن،
ته ٻه وجود آهي الڳ هر ديپ جو!

”شيام“ لفظن ۾ ته سڀ ستت ٿي هيا،
پر نه ڪنهن هڪ ۾ سمايل راڳ ڪو!



ڪهڙي سرحد، هي ته بيحد جو جهان،
فڪر تنهنجي جي اُفق حد جو نشان!

جاڳندي جڳ، ننڊ ۾ سپنو سچو،
جيسين جيئري جندڙي تيسين جهان!

سچ ته سچ ڪنهن کي ميجي ڪيڏو مجان،
ڪونه ڪو جاڳيو تي هرڪ ۾ گمان!

اي مسافر توکي برپٽ ٿيو نصيب،
تون ڏکين، اڄ برپٽ به آهي گلستان!

ياد گيريون ڪيتريون هن ۾ اجان،
سچ، ٿيو خالي نه آهي هي مڪان!

رات چانڊوڪي، تون آئيني اڳيان،
ڪنهن جو ڏنڊلوئي سهي هونده ته ڏيان!



جيسين توسان پرين! اڃبي ڳڏجان،
ٽيستائين تہ هيڪلائيءَ سان!

هئي تارن جي روشني نہ رڳو،
رات ٻاهر ڏئو مون ڪڙڪيءَ مان!

روپ ريکا ڏئم جڏهن بہ ڏئم،
ڪٿي قسمت، جو تنهنجو روپ ڏسان!

چار تارا هئا ۽ آپ ٽڪرو،
ٻيو ڏسندين ڇا دوربينيءَ سان؟

رهيو ڳهيري ۾ ننڊ جي ڳهيريل،
آڇيتو هي وجود سپني جان!

ٻئي جيسين نہ پريم دپواني،
ڳيت ڳائي ٻئي نہ ڪا ميران!

٨٥/٥



ويندي ويندي ائين ڏنائين ڇو؟
ڇوري ڇپ ٻي نه ڪجهه ڇپائين ڇو؟

جي نه ڪرڻي هئي س، لکي ٿي سگهيو،
خود اڇي جو نه هٿن ڪيائين، ڇو؟

ڇو ملين، جي ميلي ڪيلي "نه" سگهين،
وقت ڪنهن وٽ وڃي وڃائين ڇو؟

مهڪ تنهنجي اي رات جي راڻي،
رهي محدود رات تائين ڇو؟

ٻاڇي ٻاڇي جو وڻن آهه الڳ،
رنگ روشن ڳٽي ٻڌائين ڇو؟

آيو آهين ته "شيام" ٿي ٿا آڇونس،
ڌر تسي هٿن ٻيهي هڇڪچائين ڇو؟ ٨٥/٩



تو رستي تني چو مشڪيو پئي،
هلندي هلنديءَ ڇا سوچيو پئي؟

ڪيڏو ڪَنَ جي ويجهو چپ ها،
ڇٽن اکين ۾ ڪي چمڪيو پئي!

هاڻي تون ته هنئين ڇپ، ليڪن
تنهنجي چپ ڪو خيال پڙهو پئي!

چپ هوندي ئي ڇپ نه هئين ڪي،
تو رڪي رڪي ڇو مشڪيو پئي؟

ليئي ڪلهه هت ڪي جو ڏٺو مون،
مون اڄ هت ڀيهي ڳوليو پئي!

لڪندي تنهنجا وار ڇڙيل هئا،
خط جي خوشبو هي ڏسيو پئي!

سڙهي آس چپ ڇاپ هئي، ۽
رنگ لڏيو نه هڳاءُ ڇڙيو پئي!

ڍنڍ ڪناري چار سهاڻي
وڻ تان آپ ۾ ڇو آچليو پئي؟ ٨٥/٩



پاڻ ۾ تنهنجو منهنجو لاڳاپو،
پيانهه رشتو غزل جي بيتن جو!

چاهه مان آئين پر اچين ڪانَ پوءِ،
تنهنجي چاهت ڪري مون اداس ڏٺو!

ڪجهه تہ سوچي اکيون جهڪائي ڇڏيئہ،
چپ تہ چوريئہ ڇو پڻ نہ ڪي بہ چئو!

هلڪي هلڪي اچي ٿي ڪا خوشبو
دل مگر آهہ پياري پاڙي ڇو؟

سونهن آهي سدا ڪنواري "شيام"،
ڇا هو سومل ڪي مينڌري سمجهو؟

O

نه جي پنهنجن تان هلندي تاڙيا هان،
ڪريا چانئٺ تان گهر ۾ جڏن گهيڙيا ها!

اڄان پيئي گهنج پيشانيءَ تي تن جي؛
ڪڏهن جي دوست چرچي ۾ چڙيا ها!

مٺي هئي مُنڊ ماڪيءَ جان، مگر هي
مِسڪين جا ميڙ ڇا ڪارڻ ڇڙيا ها؟

هوا ۾ فراڪ هڪ مٿي ڪجهو پئي،
مگر نظرن جا ميڙاڪا مڙيا ها!

اڄوڪي ڏينهن جڻي هئي رات موڪي،
اڄوڪي ڏينهن ڪيڏا گل ٽڙيا ها!

هيو سنسار سارو ننڊ ۾ "شيام"،
اڄوڪي رات ڪي تارا ڪڙيا ها!



لنيو پٽي پکيءَ ڇا گهٽيءَ مهل کان،
آئيو هوس اڄ ننڊ مان ڏيـر سان !

گهڙي کن بہ تير چنڊ جي عڪس کي،
ڏٺو مون نہ جمنا جي پاڻيءَ مٿان !

ڇڏيم جيترو پوئتان ڇانورا،
هٿيا پر نہ پاڇا اڃان ذهن تان !

ڇهيو ڪنهن تہ پٽي هانوءَ کي، ذهن کي،
وٺين تون تہ اوندهہ ۾ ڇڏجي مون کان !

آئي ويٺي توکي تہ سينگار جي،
سدا سونهن تنهنجي ڏسڻ لئہ سڪان !

ڪڏهن ڪجهہ ڇتيءَ ڪين حُجّت رکي،
لڄارو رهئين تون تہ مهمان جيان ! ٨٥/٢



پيار نہ پياسي ساپيا جهڙو،
سپنو جهڙو روپ هو اهڙو!

ڪيئن ڏو آهه چئو آئين ڏيرو،
پوءِ بہ لڳي ٿو سپني جهڙو!

چنڊ منڊيو مانڊاڻ هو سارو،
سچ نڪتو پوءِ سپنو ڪهڙو؟

تنهنجو رخ، منهنجو ڏک آڏن ٿي،
پڙڇين ليڪن جهڙو تهڙو!

نيت ونجائي ڪاڻ هجي جا،
اهڙي شئي جو پاڻ ڪهڙو!

"شيام" آسٿهه يا بي مسٿهه جيون،
ڪنهن جي ڪمن، ڪو مان نہ اهڙو! ٨٦/١



ننڊ نيڻين آئي نہ ڪا ڇاڪاڻ،
خواب ميڙي ڪرين ڪٿا ڇاڪاڻ؟

ڪنهن جو پيتہ هوءِ، آهنج ڪوئي هوءِ،
ٻوڙندو ٿئي وئين پيلا ڇاڪاڻ؟

مان تہ سچ جي تلاش ۾ نڪتس،
گنڊ هلي پوءِ بہ ڪليا ڇاڪاڻ؟

روح ابدي هجي ڪٿي نہ هجي،
راز سلجهيا نہ موت جا ڇاڪاڻ؟

مان تہ ڪن ڏيئي ”شيام“ ويٺو هوس،
تو ڪٿي ’هون‘ نہ ڪائي ’ها‘ ڇاڪاڻ؟ ٨٦/١



تو ڏينهن ڏنيِ ديپ تہ ٻاريوء
احساس اندازي جو ڏياريو !

ڪا عمر تي پرڏيهہ ۾ رهندي،
ڏيهي ٻہ ملڪ سان لڳو ڌاريو !

تو جسم ڪي يا پيار ڪي ڪنهن جيءَ
هٿن روڙي وڇوڙي ۾ ٿي ساريو؟

ماڻيٽي هٿي ماٽ جي تنهنجي،
ڪنهن دل ۾ هي طوفان اُٿاريو؟

بس ڏينهن ڪٽيم ڪوڙ ڳڻيندي،
هر رات مون تارن ڏي نهاريو !

ڪنهن سوچي مڙڻ مهل ڇيو ٿئي :
اف جڙي تہ مون ڀاڻ نہ ماريو !

گهرو اچا گهرو تي ويو گهائو،
مون پيڙ سان تني لوڪ کي تاريو ! ٨٦/١



نگاهہ تنهنجي بدن تان کڄي کڄي نہ کڄي،
اگرچہ توڙي نهاري ٿيس ٿني دل ۾ لڄي!

ٻني ڀري ٿِيي تہ پاڙيسري جي گهر ۾ ٿِي،
تڏهن بہ مون کي چڱو آئي نہ ننڊ رات سڄي؟

انهي طرح تہ نہ ڏس ٻيهي ٻيهي وک ٿِي،
رُکٿين تہ پوءِ تہ سگهندين کڏهن پڇائي پڄي!

رهٿين خيال ۾ کنهن تان جي گم سٿم،
هٿم چين ٿي، مگر ٻنسري وڄي نہ وڄي!

چمن جي سونهن بہ اک کي کڏهن ڀري نہ سگهي،
کڏهن تہ 'شيام' کو هڪ گل ڏسي ڏسي نہ رڄي!

۸۶/۱



مون ڏنو هر روز جيڪي تا ڪريو،
ايشور جي پوڄا به تا هامي ڀريو؟

ڏاهو ڏاهي ڪي پٽي ڏيئي هليو،
هڪ چرڻي ٻيئي چيئن: ساڃهه ڌريو!

ڇا، خوشي جو ٿيڪ هو تو جو ڏنو،
گهري خاموشي نه ٿي سڏڪو پرنو؟

ٿڌڙيون جون ياد اڻتڪايون پيون،
ڪِل نه آئي، پڻ ڌڪارو ڏکٽ سريو!

جيئنجي، جي ڪجهه ڪنجي، سهنجي نه ڪي،
ويهي سڳ ماڻهن مان آخر ڇا وريو؟

آهه آپ ٻيي باز سر تي، جو جهڪيو!
پوڻ کي هٿن ڇو تا شرمندو ڪريو؟

"شاعري جزويست از پيغمبري"،
"شيام" ڪي شاعر سنڌيندو ڪو چريو! ٨٦/١



هي اسان جو ئي حافظو آهي،
حادثن ۾ نه سلسلو آهي!

زندگيءَ ڪي نه آهه ڪا معني،
جا ٻُڌايئم ڏني بس تو آهي!

آزمودو دليل سان الجهيو،
جو ٿيو آهه ڪئن ٿيو آهي؟

سوچي سوچي گهڙي گهڙي جيئڻي،
زندگي اهڙو مسئلو آهي!

آدمي ڪجهه نتيجي طور نه آهه،
اجا اڻپورو تجربو آهي!

آدميءَ ۾ نه آدمي هڪڙو،
پل ڏسڻ ۾ پيو نه ڪو آهي!

عڪس تنهنجو نه آهه تو جهڙو،
آئنو تو ڇهي ڏنو آهي؟

"شيام" رولڻو ٿي جو نه راهون رليو،
پنهنجو رستو نه آن لڌو آهي!



مون ۾ آهين تون وهم ٿي پايان ،
دل کي ويسهه ته تو ۾ آهيان مان !

وقت کان پنهنجو پاند آجو ڪر ،
ڇڏي پوندين سڄي خدائيءَ کان !

ناهه انڪار خودڪشيءَ کان پيي ،
پر به جي ڪجهه وري سري ان مان !

جس جڻ ۾ نه ڪو مرڻ لئي سبب ،
زندگي اهڙي زندگيءَ کي چوان ؟

منهنجي تقدير ٻاڻ ڪي جيتي ،
منهنجي تدبير جنگ دنيا سان !

گهرو گهرو گهڻو ڏسين جنهن ٿو ،
نيٺ پنهنجن ۾ هوندين ڌارين جان !

پنهنجون نظرون به "شيام" ڏس ته سهي،
ائين هٽائيندين اک نظارن تان ؟ ٨٦/١



پيار کان، پيڙ کان بچي سگهندين،
اڄ تہ ڏرتيءَ تي ڇا رهي سگهندين!

زندگيءَ کيءَ تہ زندگيءَ وانگر،
موت جي ڇانوَ ۾ ٿي جي سگهندين!

آدمي يا فرشتو يا شيطانُ،
ڪٿ جٺ کان سواءِ ٿي سگهندين؟

خواب ۾ ننڊ ۽ اکين ۾ خواب،
اي سٽا، ڪهڙو سچ ڏسي سگهندين؟

علم ۽ عقل جي آسمانن تان،
من جي پاتال ۾ لهي سگهندين؟

ڇا، آسائيل انهن نگاهن سان،
سُرڪ جي زهر کان بچي سگهندين؟

هٽي ويٺين تہ پنهنجو پاڙڻ جان،
گل جهلي شاخ جان لڏي سگهندين؟

ڪن لڳائي تہ پوَنءِ سان رک ”شيام“،
لئہ سنڌ س گيت جي پڌي سگهندين!



اڄ اڄ سانئي وڻ جي هيٺان،
چانڊوڪ نه ملنديءَ سڪل وڻن کان!

مون ته سڏيئه جنهن مون کي بچائين،
پاڻ ڏڇي وئين رنگ ڏسڻ سان!

اهڙو ڪوئي خواب ڏٺو مون،
پاڻ کي هاڻ نه ساگيو پايان!

ڪهڙا ڏاهه ڏسيان مان توکي،
پنهنجي دل جي پاڻ نه چاڙهان!

ڪنهن دڙپن ۾ ڪهڙي سچ جي
مايا چايان مان به ته سمجهان!

دنيا ساري رڻ جو جرڪو،
پر نه جنهن لئه چاهه هرڻ جان!

رات سموري تارن کي پڻ،
رڻ ۾ رلائيندي "شيام" پاڻ سان! ٨٦/٢

نارائڻ 'شيام' نارائڻ داس گوڪلداس ناگواڻي
ساهتيءَ جي ڳوٺ ڪاهي قاسم، تعلقي نوشهري فيروز،
ضلعي نوابشاهه، سنڌ جو ٢٥ جولاءِ ١٩٢٢ع تي ڄاول:
ڊي. جي سنڌ سائنس ڪاليج، ڪراچيءَ مان
بي. اي، پاس ڪيائين، ورهاڱي کانپوءِ
هندڇ آنهن لڏي ويل، جتي سندس شاعريءَ
جا ٽَوَ مجموعا شايع ٿيا: 'ماڪ ڦڙا'
هري دلگير سان گڏ، 'پنکڙيون'، 'رنگ رتي لهر'،
'روشن ڇانورو'، 'ماڪ ڀنا رابيل'،
'واريءَ ڀريو پلاند'، 'آڇيندي لڄ مران'،
'مهڪي ويل صبح جيءَ' نه سو رنگ- نه سرهاڻ'،
سندس هيءَ ڏهريون مجموعو، پهريون
ڀيرو، پهرين سنڌ ۾ ڇپيو آهي.
پاڻ دهلي ۾ رهن ٿا، هند جي
ساهتيه اڪيڊمي جي سنڌي بورڊ جا ڪنوينر آهن.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻَ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)